# يادن جا ديرا
# کوسن جا پيرا

(کوسه قوم جو مختصر تاريخي جائزو)


سهيڙيندڙ:

نظام الدين کوسو بلوچ





شايع ڪندڙ: امين الملت اڪيڊمي عزيز آباد،

ضلع جيڪب آباد سنڌ

ڪُرڙي ڪِپڻ ٻيـر، تہ مون وس وڏو ڪيو
ڪوڙين ڀڳا ڪيترا، ڀُڏي ڏَنگ دليـر
وڏو سُڄي ويـر، ڪنهن پَر ڪهي ڪاتيان

●●—●●

هاڃو ڪري هليا، ٽيپو شاه شهيد
روزو ڇنو رڻ ۾، اڪيئون آيس عيد
مرشد ۽ مريد، هر دوئي هيڪ ٿيا
(خليفو نبي بخش)

سهيڙيندڙ:
نظام الدين ڪوسو بلوچ

پڃ متي پيرون پڙنديون پاروچن جون
(شاه)

ڪاپيون ــــــــــــــــــــ پنج سؤ

سال ــــــــــــــــــــ ١٩٧٤ع

پاران ايم ايچ پنھور انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز، ڄامشورو.

ملڻ جو هنڌ:

١ عزيز آباد
ڊاڪ خانو انڙ واھ جيڪب آباد سنڌ

٢ ادبيات
تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# انتساب

اُنهن، ڪوسٽ شهيدن جي نالي،

جـي سـورهيـهٖ

خدا آباد، هالاڻي، لونا، ٻالنپور

۽ ڪـرڙيءَ جـي

جنگين ۾ ويريئن سان وڙهندي

سِر ڏيئي سرخرو ٿيا

# تعارف

## حضرت مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسمي (بلوچ)

### شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد سنڌ

عرب قبيلن جي شجاعت، سخاوت ۽ غيرت جا ڪارناما، ڪتابن ۾ پڙهندا آهيون. عين انهن وانگر قبائلي ۽ صحرائي زندگي گهاريندڙ بلوچ قبيلن کي ڏسجي ٿو ته اهي به انهن وصفن ۾ دنيا جي ٻين سڀني قومن ۽ قبيلن ۾ بنهه ممتاز ۽ نرالا آهن. هنن غيرتمند جوڌن جي اها وڏي خوبي ۽ خاصيت رهي آهي، جو جنهن ديس ۾ رهيا ته ان ديس جي سرحدن جا محافظ رهيا. وطن دوستي ته سندن سرشت ۽ ضمير ۾ سمايل آهي.

سنڌ تي جڏهن مير صاحبن جي حڪومت هئي ۽ چئني طرفن کان کي بکايل دشمن سنڌ تي نظر وجهون ويٺا هئا، راجپوتانا جي رياستن تہ خاص ڪونس شروع ڪري ڏني هئي، پنجاب تي سکن جو قبضو هو ۽ اهي به سنڌ ڏانهن سرڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا، اهڙي وقت به بلوچن مان هڪ بهادر قبيلي ڪوسن، دشمن

جو وڏو مقابلو ڪيو. بهادري جي حد ڇنجي جو حڪومت
جي ڪنهن به مدد کان سواءِ اهي جوڌا جوان ڪوسا،
ڪاهي پيا، انهن راجائن جي رياستن ۾ ۽ اهو سڀڪو
وڏائون جو نه رکيو چوپايو مال ۽ روڪڙ ڦريندا ۽ مال
غنيمت بنائيندا رهيا، پر ڪيترن فسادي عنصرن ۽ انهن
جي اهل و عيال کي به قيدي بنائي سنڌ ڏانهن ڪاهي آيا.

بهادر ڪوسن جي انهيءَ رهزنيءَ تي وقت جي عالمن
۽ فقيهن ۾ وڏو بحث ڇڙيو. مخدوم عثمان متياري وارو
ڪوسن جي انهيءَ فعل جي مخالف هو ۽ هن کين ڦورو
۽ رهزن سڏيو ته ٻئي پاسي مخدوم محمد هاشم رحه ٺٽويءَ
جو پوٽو جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو محدث ۽ فقيه
هو، تنهن ڪوسن جو پاسو ورتو ۽ ڪوسن جي انهيءَ کي
بهادريءَ کي ڪافرن سان جهاد سڏيو ۽ ڦريل مال و متاع
مال غنيمت سڏيو ۽ قيدين کي غلامن سان تعبير ڪيو.
هي علمي ۽ شرعي بحث ايڏو طويل هليو جو ٻنهيءَ
ڌرين کان عربيءَ ۾ شرعي رسالا تيار ٿي ويا ۽ مخدوم
ابراهيم ٺٽوي، ڪوسن جي حمايت ۾ عربيءَ ۾ قصيدا
پڻ لکيا، جي احقر راقم وٽ موجود آهن. انهن اشعارن
۾ مخدوم عثمان کي اهو طعنو پڻ ڏنل آهي ته ان جو
ڏاڏو غيرمسلم هو تڏهن انهن جي طرفداري ڪري رهيو
آهي، وغيره.

اهو ته هو وطن جي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ ڪوسن جو
قديم ڪارنامو، اسان پنهنجي دور ۾ پڻ ڏٺو ته عزيزآباد

جهڙي هڪ ننڍڙي ڳوٺ مان خان محمد امين خان کوسو هڪ اهڙو انقلابي پيدا ٿيو، جنهن ساري چمار سامراج سان ٽڪر کاڌو ۽ نيٺ ڌاري حڪومت جو جنازو ڪڍي ڇڏيو. مرحوم محمد امين خان کوسي جهڙو ڀلو مذهبي انسان، محب وطن ۽ انقلابي مفڪر ورلي ڪو پيدا ٿيندو. قدرت جهڙي طرح سندس زبان ۾ طاقت رکي هئي ته سندس تحرير ۾ به اها ئي شوخي ۽ قوت موجود هئي.

افسوس ته بلوچن جي هن بهادر قبيلي کوسن بابت اڳ ڪجهه به تحرير ۾ نه آيو هو، وري به شڪر آهي جو اسان جي عزيز دوست ۽ اڳواڻ مرحوم محمد امين خان جي پاءُ عزيزم نظام الدين خان کوسه هن ضرورت کي محسوس ڪندي هڪ مختصر جائزو ”ڀادن جا ديرا، کوسن جا پيرا“ پيش ڪيو آهي. جيتوڻيڪ ڪتاب مختصر آهي، پر بهادر کوسن بابت هن ۾ وسيع معلومات پيش ڪئي ويئي آهي، جنهن لاءِ مصنف، کوسه قوم کان جس لهڻي. اميد ته وڌيڪ تحقيق لاءِ هيءَ ڪتاب بنياد ثابت ٿيندو.

۳- جولاءِ ۱۹۷۴ع — غلام مصطفیٰ قاسمي

## پيغام — ١

**سردار محمد مقيم خان کوسه تمندار اقوام کوسه**
**قادر پور ضلع جيڪب آباد**

اوهان جي هي پهرئين ڪوشش به سون ۾ سانڊڻ جهڙي سوڪڙي آهي، اسان جي تمن جي تواريخ هين وقت ڪنهن تحريري صورت ۾ موجود ڪانهي. تنهنڪري تمن جا تمام تورا ماڻهو هڪ ٻئي جي ڄاڻ رکندا اچن ٿا.

اوهان جو هي احسان، اسان سڀني ڪوسن تي ٿيو آهي جو تڪليف وٺي هي سوڪڙي "تذڪره ڪوسن تمن" جي مڪمل ٿيڻ کان اڳ ۾ هڪ سؤ عنوانن سان تيار ڪري "ڪوسڪا پيرا" ظاهر ڪري ڏنا آهن، هيئنر اُميد ته ڪوسا (جن کان پڪي جو پير نه وڃائجي) پنهنجن پيرن جي نشانن تي هلي ماڳ هٿ ڪندا، آئون نهايت پُر اُميد آهيان ته ڪوسا "تذڪره ڪوسه تمن" لاءِ اوهان جي ڀرپور (احوال موڪلي) حمايت ڪندا.

اوهان جو هي احسان به نهايت ڳرو آهي. شالا رب سائين اوهان کي هميشه خوش رکي، هي دعا آئون تمام تمن طرفان ڏئي در ڳهران ٿو.

والسلام
(سردار) محمد مقيم خان

## پيغام — ٢

عنايت الله خان کوسو (عنايت بلوچ)
اسسٽنٽ ريجنل ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد

هڪ ڏينهن آفيس ۾ ويٺو هوس ته ٻه ٽي خط آيا. جڏهن آخري خط کولي پڙهيم ته ڇرڪ نڪري ويو، پنهنجي اکين تي ويساه نه ٿي آيم. وري وري خط پڙهيم پر ساڳي تحرير ۾ ساڳين لفظن بار بار مون کي ڇرڪائي ٿي ڇڏيو.

هي خط هو هڪ مخلص مهربان جناب نظام الدين خان کوسي جو جنهن پنهنجي تحرير ۾ لکڻ فرمايو هو ته آءٌ سندن ڪتاب "يادن جا ديرا، کوسن جا پيرا" لاءِ ڪو پيغام موڪليان. وري اهو به لکيو هيائون ته پاڻ جملي ٻن ماڻهن کان پيغام وٺڻ چاهي ٿو. هڪ سردار محمد مقيم خان کوسي تمندار کان ۽ ٻيو مون کان، انهن لفظن ته هيڪاري ڊيڄاري ڇڏيو. ڇو ته پيغام ته هميشه وڏن ماڻهن کان، دولت وارن کان يا وري مائي باپ آفيسرن کان ورتا ويندا آهن. سوچيم ته مون مسڪين جي پيغام ۾ نه ته ڪو دولت جو دٻدٻو

هوندو نہ وري آفيسرائي ارڏائي جي جهلڪ نظر ايندي. ويتر وري هوڏانهن هڪ وڏي قوم جي سردار صاحب جي پيغام جو تصور بہ منهنجي ذهن ۾ جهرمر ڪرڻ لڳو. سوچيم تہ ”چہ نسبت خاڪ را با عالم پاڪ“ مان ايترو تہ ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويس جو خط جو جواب بہ نہ ڏيئي سگهيس ۽ دل ئي دل ۾ ننڍائڻ جو ارادو ڪيم. بہ ٽي ڏينهن گذريا تہ ٽيلفون آئي. هينئر خط جي بجاءِ سندن آواز هو. چيائون تہ بس جلدي اچڻ جي عنايت ڪر. آخر روبرو خدمت ۾ حاضر ٿيس. ڪتاب ڏيکاريائون جنهن ۾ منهنجي پيغام جي گنجائش موجود هئي. پوءِ يقين آيم تہ مون مسڪين قلندر ۾ ڪنهن ڪي پنهنجي صفتن جو عڪس نظر آيو آهي.

ڪوسا قوم ڪي هڪ طويل تاريخ ۽ تمدن آهي، پنهنجو جداگانہ طور طريقو آهي، ڪين پنهنجون نراليون ريتون رسمون آهن. ڪوسن ۾ جتي علم جا اڪابر پيدا ٿيا آهن تہ اتي سندن جهل جو هيسي جيسي نہ مليو آهي. جتي هو عالم، فاضل، اديب ۽ مدبر رهيا آهن تہ اتي هو ڦورو، ڌاڙيل ۽ رهزن بہ رهيا آهن. ها هڪڙي ڳالهہ پتر تي ليڪي وانگر مڃيل آهي تہ هو هڪ دلير قوم رهي آهي. انگريزن ڪي جتي ميرن ٽوٽا چهايا اتي ڪوسن جي جانبازي ۽ دليري جو بہ وڏو هٿ هيو پوءِ ڪٿي پنهنجي مڪاري ذريعي انگريز فاتح ٿيا.

ڪوسن ۾ وڏا وڏا وينجهار ۽ وير پيدا ٿيندا رهيا

آهن، زماني جي بي قدري سبب سندن ڪارنامن کي ڪو جرڪائي ته نه سگهيو پر انهن تي اهڙي ڪٽ چڙهي وئي، جو اُنهن ڪارنامن کي اجري ڪرڻ لاءِ ڪنهن به پاڻ نه پتوڙيو وقت جون ويرون سندن صفتن کي لوڙهينديون رهيون. تانجو (جيڪڏهن وڏاءُ نه هجي ته) محترم جناب نظام الدّين خان ڪوسي اڪيلي سر پڙ ڪڍي اُن وقت جي وهڪري کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ في الحال پَل ڪنڊ کي پنڌ ڏئي ڪُجهه نه ڪُجهه پنهنجي پوک لاءِ پاڻي مهيا ڪري ورتو اٿس. هاڻي پاڻي وراڻي بنيءَ تائين پهچائي چڪو آهي. باقي اُن جي پوئواري ڪرڻ ۽ پوک کي پچائڻ جي منزل تائين پچائڻ جو ذمو سندس نه پر آسان نوجوانن جو آهي. لاڪيٽي لطيف چيو آهي ته.

ائي گت غواصن، جڻن سمنڊ سوجهيائون
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين

سچ پچ ته هين مخاص ڪوسي هڪ وڏو ڪم ڪيو آهي. نامساعد حالاتن ۽ طبع ناساز هئڻ جي باوجود وڏي جاکوڙ ڪري ڪُجهه لکي ورتو آهي.

ائين ڪونهي ته هي ڪتاب ڪوسن جي شجرن تي مڪمل ڪتاب آهي. عين ممڪن آهي ته ڪي ڪميون رهجي ويون هُجن پر اهو به مان ضرور عرض ڪندس

ته هي ڪتاب سندن مخلصاڻي ڪوشش جو نتيجو آهي ته نيڪ نيتي جو به مظهر آهي، سندن لفظن مطابق ڪوسن کي پاڻ سڃاڻڻ جي گرمي پيدا ڪرڻ جو بهترين تانڪ آهي.

پيغام وري ڪهڙو. هي منهنجا دلي تاثرات آهن ڪوسو جتي به هجي ته هن ڪتاب کي ضرور پڙهي ۽ هن کي ڪوسن جي تاريخ بابت جيڪي ڪجهه معلوم هجي ته مصنف کي ضرور لکي موڪلي. آخر تعاون سان ته تمن جو تذڪرو تيار ٿيندو. ڪوسه تمن لاءِ مخلصانه ڪوششن ۾ هٿ ونڊايو وڃي. بس منهنجا اهي لفظ آهن، اهو ئي هر ڪوسه کي عرض آهي.

عنايت بلوچ
ريڊيو پاڪستان حيدرآباد

---

(عنايت صاحب، ڪوسه قوم جو هڪ ذهين تعليم يافته ڪليل دماغ وارو نوجوان خيرپور ضلع احمدپور ڳوٺ جو وينل آهي، خدا وڏي ڄمار ۽ وڏي اقبال وارو ڪري سن ڪنهن ڏينهن سيٺي ڏولاوا ڏور ڪري ڏيکاريندو. مصنف)

# عرض حال

بندي کي چند سال اڳ خيال ٿيو ته، غير قومن يعني انگريزن ۽ عربن هتان جي تواريخ تي ڪجهه روشني وڌي آهي، ان مان ئي اسان کي گذريل دور جو حال معلوم ٿيو. کوسه قوم جي به گهٽ ۾ گهٽ چوڏهن سؤ سال جي تواريخ آهي. ان تي ڪنهن به الله جي ٻانهي قلم ڪونه کنيو آهي سو ڇو نه پنهنجي تمن جي تواريخ لکجي. هن ارادي جي خبر محترم محمد بخش خان مجنون کي به پئي، تنهن صاحب به همٿايو پهريائين اسان وٽ مواد موجود نه هو. تنهن ڪري چند بزرگن جي احوال تي مشتمل ڪتاب ڇاپڻ جو پروگرام ٺهيو، "مشاهير کوسه" ڪتاب جو ڪم تورو شروع ڪيو ويو ته اوچتي 'مجنون' الله سائين کي پيارو ٿيو. مرحوم جي موڪلائي ڪري منهنجي دل شڪسته ٿي ۽ مريض بڻجي جا در کلي پيا.

تازو اسان جي تمن جي سردار محمد مقيم خان جي نوجواني واري رت جوش آندو ته تمام تمن کي تنظيمي لڙهي ۾ آڻڻ خاطر هڪ تعارفي سلسلو جاري ڪجي،

جنهن ۾ تمام پاڙن جي تفصيلي تعارف ڪرائڻ جي ڪوشش هجي، سردار صاحب اخبارن ذريعي انهيءَ خيال جو اظهار ڪندي چاڙهيو ته- ”ڪوسا پاڙ پنهنجا شجرا، حال احوال لکي هين بندي ڏانهن موڪلين تا ڪ ”تذڪره ڪوسه تمن“ کي ترتيب ڏنو وڃي.“

ڪوسه لاءِ مشهور آهي ته ”ڏينهن تتو ڪوسو متو“ في الحال ته منجهن گرمي ڪانه آئي آهي. انهيءَ تڏائي کي ڏسندي خيال ڪيم ته چونه پهريائين ڪا اهڙيءَ سوکڙي قوم سامهون آڻيان، جنهن مان ڪين ڪا گرمي محسوس ٿئي. پاڻ لاءِ طبع ناساز هئڻ ڪري هر ڪنهن پاءِ وٽ سفر جون سختيون سهي مواد گڏ ڪرڻ خاطر وڃڻ نهايت مشڪل مسئلو آهي، سو تذڪره کي دير سان مڪمل ٿيڻ جو انديشو اڳيون آيل ڏسي هن ننڍڙي سوکڙي لاءِ ننڍ ڦٽائي. جتن ڪري جاڪوڙن سان ڪم شروع ڪري ڏنم. هينئر سهيڙي، سنواري، في الحال، نموني طور پيش ڪري رهيو آهيان.

اڳهو ڪاڏو ڪچ، ماڻڪن موٽ ٿي
پلئه پاڙو سچ، آڇيندي لڄ مران
(شاهه رحه)

بندي ”ابتدائي احوال ۾ مختصر شجرن سان گڏ هڪ سؤ تاريخي سچا واقعا“ ظاهر ڪري قوم لاءِ ”تاريخي عنوان“ پيش ڪيا آهن. هينئر انهيءَ کي ڏسي

اڳتي تيار ٿيندڙ ”تذڪره کوسه تمن“ لاءِ ضرور ڪجهه نه ڪجهه گرمي محسوس ڪندي کوسن بيدار ٿي پنهنجي ڪيل پيرن ڪٽڻ جي ڪوشش ۾ ڪوتاهي کان ڪم نه ورتو ته منزل تي پهچڻ ۾ دير ڪانه ٿيندي.

هن ڪتاب جي لکڻ تي کوسن جي سردار ۽ کوسن جي هڪ نوجوان شاعر پنهنجي پيغامن ذريعي جو ڪجهه ارشاد فرمايو آهي اهو هن ڪتاب ۾ شامل آهي، بندو محسوس ڪري ٿو ته قوم جو سردار ۽ قوم جو شاعر ۽ اديب منهنجي هن ٿورڙي محنت کي تحسين ڏين ٿا ته يقين اٿم اڳتي وارو ڪتاب به ضرور قوم جي قلمي تعاون سان جلد تيار ڪري سگهندس.

آخر ۾ بندو هن ڪتاب جي ڇپائڻ جي سلسلي ۾ مالي مدد جي ذڪر لکڻ کان رهي نٿو سگهي. حضرت مولانا عبيدالله صاحب سنڌيءَ جي نسبت ڪريءَ ۽ بلوچي هم قومي جي ڪشش ڪري بندي سان مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب توڙ نڀايو. حقيقت ۾ هن ڪتاب جو ظاهر ٿيڻ مولانا جن جي ڪوشش ۽ تعاون جو نتيجو آهي، پاڻ پيش لفظ لکڻ سان گڏ. ڪتاب جي ڇپائي جي سمورن مرحلن جو ذمو کڻي مون ڳوٺائي تان بار لاهي ڇڏيا، ورنه هي ڪتاب هميشه لاءِ اڻين مسوده جي صورت ۾ پيو هجي ها.

نظام الدين کوسو

حرف اول: عزيز آباد ٨- آڪٽوبر ١٩٧٣ع.

حرف آخر: حيدرآباد ٨- جنوري ١٩٧٣ع.

# ڪوسي جي مختصر تعريف

— ۱ —

”ڪوسو“ ۽ ”مسڪين“؟! ڪوڙو ٿي ڪونه ٿو لڳي، ڪوسو، پشسي پنجڙ ۾ ڪٿي مسڪين به هجي، پر طبيعت جو مسڪين ڪڏهين به نٿو ٿي سگهي، ڪوسو ڪٿل ته به خان آهي، جٿي نه آهي ته به جوان آهي. گهر ۾ پلي ٿي ڏينهن ڏانگي به نه چڙهي هجيس، باهر ڪوسو، اهڙي مخرج سان ڳالهائيندو ۽ اها ڏيکاري ڏيندو جو اڳلو سمجهندو ته ماڻس ڪو لڪ ٿي مٿو ڏوٺي آيو آهي.

”مجنون“

ڪوسا مسلمان آهن، آهي سهڻا جوان، پهلوان ۽ جنگجو قوم آهن. سخت جان، تتي ٿڌي ڪان بي نياز گهٽ گذران تي راضي رهڻ جا عادي آهن، بهادر آهن ۽ جڏهين برسر عمل ٿيندا آهن ته بهادريءَ جا بهترين جوهر ڏيکاريندا آهن، مگر جڏهين ڪين آڪسايو نه وڃي ته پوءِ پُر امن ۽ سُست بي فڪر رهندا آهن، هن قوم جا ماڻهو آپ زورا، آزاد طبع ۽ سخت مزاج آهن، مگر لڳاتار محنت ۽ تڪليفن جا عادي، بهترين صلاحيتن جا به مالڪ آهن.

"ڪئپٽن ريڪس"

## ڪوسن سردارن جو سلسلو

۱- سردار ڪلول خان ولد حمل خان ڪوسه
۲- سردار اسماعيل خان ولد حمل خان ڪوسه
۳- سردار روحل خان ولد اسماعيل خان ڪوسه
۴- سردار رحيم خان اول ولد جامون خان ڪوسه
۵- سردار جعفر خان جامون خان ڪوسه
۶- سردار رحيم خان ولد جيوڻ خان ولد سردار رحيم خان ڪوسه
۷- سردار امام بخش خان ولد بچار خان ولد جيوڻ خان ڪوسه
۸- سردار قادربخش خان ولد مير حسن خان ولد جيوڻ خان ڪوسه
۹- سردار رحيم خان ٽيون ولد سردار قادربخش خان ڪوسه
۱۰- سردار خان بهادر هزار خان ولد سردار رحيم خان ڪوسه
۱۱- سردار بهادر عبدالرحيم خان ولد سردار خان بهادر هزار خان ڪوسه
۱۲- سردار حاجي عزيزالله خان ولد مير سهراب خان ولد مير حسن خان ڪوسه
۱۳- سردار عبدالرزاق خان ولد سردار حاجي عزيزالله خان ڪوسه
۱۴- سردار محمد مقيم خان ولد سردار عبدالرزاق خان ڪوسه

# پاڙا ڪوسن جا

## ( مختصر )

ڪلوڙائي- جيائي- عمرائي- بليلائي- (ڦهرين شاخ)
جامائي- چنائي- دريائي- بکرائي- (ٻي شاخ)
جانيائي- جوکيائي- ڦيروائي- هاجائي- زانورائي
بشوائي- شاديائي- سمجهائي- نوتڪائي- سکائي- ٻڍائي
وليائي- موندرائي- هٿيتائي- شاهلائي- مارڪائي
تگيائي- پنجائي- ميرلائي- ٻيارائي- وزيرائي
ڏتائي- جهنڊائي- عيسائي- جنگوائي- مانجهائي وغيره

# نسلي احوال

گوسي قوم کي بلوچ نسل مان چيو وڃي ٿو ۽
حقيقت ۾ ائين آهي به. پنهنجي بيان کي ثابت ڪرڻ لاءِ
پيدا ٿيندا هجن ۽ پاڻ کي نمرود جي اولاد سمجهندا هجن
يا هلاڪو خان جا حمايتي بهرحال اسان کي ته تواريخي
کوجنا ڪندي هڪ پيچرو هٿ آيو آهي سو انهيءَ ڏکي
سان اونداهيءَ واري هن دور ۾ گوسه قوم تي تاريخي
”سرچ لائيٽ“ وجهندي منزل تائين پهچڻ لاءِ رڙهي پيا
آهيون، اول تمام بلوچ قوم جي پوري تحقيق ڪرڻ
کان پوءِ وڃي ”ڳالهه جو ڳاٽو“ هٿ آيو.

بلوچ قوم جو قديمي زماني کان هجڻ لاءِ ڪن
مؤرخن جو خيال آهي ته جڏهن طوفان نوح عليہ السلامِ
کان پوءِ هي دنيا، وري وسائي وئي تڏهن حضرت نوح
عليہ السلام جي نسل مان مڪران بن فارڪ بن سام بن
نوح عليہ السلام اهو علائقو آباد ڪيو. جنهن کي هين
وقت يا ۾ هزار سال اڳ کان مڪران سڏيو وڃي ٿو
ڪن مؤرخين جي چوڻ مطابق ابتدائي دور ۾ دنيا ٻن
قومي نسلن ۾ ورهايل هئي. هڪ سامي، ٻي منگولي.
سامي نسل جا ماڻهو بدوياڻه ۽ دراوڙي زندگي جا صحرائي

ماڻهو هئا ۽ منگولي جاباو ملڪن جا آريائي زندگي
گذارڻ وارا ماڻهو، سامي نسل جا ماڻهو مصر، شام،
يونان، روم، سوڊان، فارس ملڪن ۾ رهيا ۽ منگولي
اوڀر ايشيا جي چين، تاتار، ياجوج ماجوج جي ملڪ ۽
ترڪستان ۾ رهيا.

جاگرافي موجب مڪران، حلب ۽ عرب ٽيئي علائقا
لاڳيتا هئا، تنهن ڪري انهيءَ علائقن جا باشندا متبادل
تهذيب جا مالڪ رهيا. مڪران جي باشندن کي وادي
البلوص جي ڪري يا دراوڙي زبان جي ڊلا=(وڏو)=
اوچ=(اڻ)=ڏان=(جو). جي ڪري بلوچان سڏيو
ويندو هو. موجوده براهوئي زبان ۾ به ساڳي مفهوم
نڪري ٿي. بلوچ عربن وانگر پنهنجي آڌر معاش خاطر
'لڏي پلڻ' جا ڪوڏيا هئا. 'ويرانه وسائڻ' ۽ 'سدائين
رلهي ڪلهي ٿي' هجڻ جنهن قوم جي صفتن ۾ هجي.
تنهن قوم جي تواريخ ڪاغذن تي اکرن جي صورت ۾
محفوظ رهڻ سا ڳالهه تمام ڳري پائنجي ٿي. بدويانه
زندگي جي عادين جا سينا، سندن قومي ڪارنامن جي
دفترن لاءِ خزانه بلڪ 'لوح محفوظ' سمجهيا ويندا هئا.
اهڙن لوح محفوظن ۾ سانڍيل بلوچي شعرن کي 'دفتر'
نالي سڏيو ويندو آهي، سو اهي دفتر بلوچن جي ابتدائي
مستند تواريخ شمار ٿين ٿا. انهيءَ دفتر موجب 'درفش
ڪاوياني' نالي ايراني جهنڊي هيٺ بلوچ سپاهين جنگيون
ڪيون. مگر جنهن وقت دنياء جهالت تي اسلام جو

آفتاب چمڪيو هو، تنهن جي روشنيءَ بلوچن جون اکيون کولي ڇڏيون. آنن جا وڏا، وادي بلوص جا باشندا، پرائي پگهارن تي پاڄڻ وساري اسلام تي ايمان آڻي مسلمان ٿيا ته منجهن انسانيت جا اوصاف به اجاگر ٿي پيا. يزدگرد شهنشاه ايران جي محافظ دستي جو ڪماندر سياه آخري سواري حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه جي هٿان ايمان آڻي پاڻ کي تابعي بڻائي ڇڏيو. سياه سواري سان گڏ تمام بلوچي قبيلا به اسلام هيٺ اچي ويا. عام طرح چوڻي آهي ته هر بلوچ شيعه خيال جو، هر واڻيو ڪانگريسي خيال جو ۽ گهڻو ڪري پنجابي قادياني خيال جو هوندو آهي، اها چوڻي ڪيتري قدر درست آهي تنهن لاءِ چئي نٿو سگهجي، باقي بلوچن جي دفتر موجب ته مامريدون يا علي ايڱو يزيدا جهيڙوين ڪربلا جي قهري واقعي کان پوءِ حب علي عليه السلام ڏيکاريندي حلب واري ستابي ۽ سڀئي علائقي کان بلوچ جلال هان هڪدم پنهنجي ساري خاندان جي ۴۴ پاڙن جي قافلن سان نڪري مڪران ۾ اچي مهاجر ٿي خيمه زن ٿيو ۽ پوءِ همت سان حڪومت هٿ ڪري ڪيچ علائقي جو حاڪم بڻجي ويو. جلال هان سان سندس پٽ پوٽا، ڏهتا، پاءُ پائنتا، سوٽ، ماسات ساڻ هئا. هرهڪ ڪٽنب جو جدا قبيلو بڻجي ويو. جلال هان جي هڪ ڏاڏي جو قبيلو بروهي اڪثر ٿي بلوچستان جي پاسي آيل هئو. بهرحال جيڪي بلوچ هن وقت پاڪستان ۾ آهن، سي انهيءَ

ڄلال هان جي اولاد يا پاڙي جان آهن، باقي موجوده
مڪران ۽ ايران ۾ ٻين ملڪن جا بلوچ ٻي ڪنهن جي
اولاد مان آهن. بلوچن مان مير ڄلال هان جو نسل ٻن
طرف پکڙجي وڌي، جدا جدا قبيلن ۾ ورهائجي ويو.
مير جلال هان جي زماني وارو مڪران وڏو ملڪ هو
منجهس ڪيترين رياستي حڪومتون هيون. سيستان،
قيقان، ٻنه، سبي، مند، قندار قصدار (خضدار)، بوقان،
قندا بيل، قنزپور (پنجگور) ارمابل (لس ٻيلو) طوران ۽
مڪران جهڙا وڏا وڏا شهر هئا. انهن ۾ تمام علائقن ۾
شهرن تي جدا جدا بلوچن جون رياستي حڪومتون هيون
مير جلال خان ڪيچ علائقي جو حاڪم هو، سندس
وفات کان پوءِ سندس فرزند هوت خان آن تي قبضو ڪيو
هوت جي اولاد مان ئي پنون خان ٿيو، جنهن سنڌڙي
جي ڄاڻي ويچاري ماڻي سسئي کي سورن ۾ وڌو. "بلوچ
ڏاڍي ذات" ته مشهور آهي، سو تير جيترو به ترس نه
آين ته ضائيفان ذات لاءِ ڇا قهر مچايون وڃون ٿا.
هوت خان سندن ڏاڏي به ڏاڍ ڪري پنهنجا پائر لوڏي
ڪيچ مان ڪڍي ڇڏيا هئا. سو سندس پوٽن ۾ ڪهڙي
ميار بلوچ قوم جي پنهنجي انوکي تهذيب آهي، شايد
بلوچي تهذيب ۾ اهڙيون ڏاڍايون ڪرڻ روا آهن. اسانجي
ڪيترن عزيزن کي اهو ڏاڍائي وارو خيال آهي ته بلوچ
عرب آهن، مهربان عزيزن جا اهي خيال، خام آهن هو
ڪن غيرمحقق مؤرخن جي خيالن کي درست سمجهي

پنهنجي صحيح نسبي تواريخ کان پري نکري وڃڻ جون
ڏاڍيون ڪن ٿا، انگريز قوم تحقيق ۾ سڀني قومن کان
گوءِ کنيل آهي. تنهن ڪري انگريز مؤرخين جي تحقيق
تي زياده ڀروسو ڪرڻ گهرجي. انگريزي مؤرخين جي
چوڻ مطابق بلوچ قوم جون ڏاڙهيون گهاٽيون ۽ ڇيج
جهڙيون، اکيون وڏيون ڪاريون نماٽيون ۽ پرڪشش
آهن، وار به سندن ڊگها آهن سڀ کان زياده پڪي ڳالهه
اها ته مٿو سندن ماني جهڙو عربن جا بدني بناوٽ انهيءَ
جي ابتڙ آهن، سندن ڏاڙهيون ڇڊيون، وار ننڍا، اکيون
غضبناڪ ۽ مٿو سندن ناريل جهڙو، مذهبي معاملن ۾ به
عرب انتهاپسند رهيا آهن. شرڪ ۾ يا توحيد ۾ باقي
بلوچ ويچارا هروڀرو مذهبي مجنون ڪين آهن. ”منهن
نه ڪن مسيت ڏي“ جي چوڻي موجب مذهب کي
”مرشدن مولوين جي شيءِ“ سمجهي هروڀرو ويجها ڪونه
ويا آهن.

انگريز محققن کان علاوه بلاذري، طبري، مسعودي،
۽ اصطخري جهڙن تاريخ ۽ جاگرافيدانن به ڄاڻايو آهي
ته ”بلوچ ڪرمان جي علائقي ۾ رهن ٿا، انهن جي ٻولي
پنهنجي آهي جا فارسي کان مختلف آهي. بلوچ تنبو هڻي
رهندا آهن. رڍون ۽ ٻڪريون پاليندا آهن. هو خوشحال
آهن پاڙيسرين کي ضابطه هيٺ رکندا آهن ته جيئن هو
سندن معاملن ۾ مداخلت نه ڪن. تنهن ڪري سندن
پاڙيسري کانئن ڊڄندا آهن. فردوسي به شاهنامه ۾ لکي

تو ته ”بلوچ ڪيڪائوس ايراني شهنشاه جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿيندا هئا، هو مٿي تي ڪلغيون ڀريل بهادر جوان هئا، جن جي جنگ ۾ پٺيءَ ڪڏهن به ڪنهن نه ڏٺي، انهن جي جهنڊي تي شينهن جو چٽيو اُڀيل آهي، هي قوم آذربائيجان تائين رهندي هئي“ انهيءَ دليلن مان صاف ظاهر ٿي ويو آهي ته بلوچ پاڻ هڪ جدا اهم قوم آهي سندس نسل به پنهنجي آهي، هن قوم جي ٻي ڪنهن به نسل سان نسبت ڪانهي. بلوچ قوم جا ماڻهو وچ ايشيا ۾ گهمندا ڦرندا رهيا آهن، سندن اهي ’قدم گهمائڻ‘ وقتي طور يا عارضي پئي رهيا، مستقل طرح هو پنهنجي ملڪ مڪران سان وابسته رهيا آهن، انهن حقيقتن جي سامهون اچڻ بعد اسان کي هي هڪ ڀيچرو هٿ آيو، تنهن سان هيترو پنڌ هلي سگهيا آهيون.

ازانسواءِ تاريخي تحقيقات سان وڌيڪ به ڪجهه معلومات ملي ٿي ته ڪنهن به قوم تي نالو ڪنهن نه ڪنهن سبب ڪري پيو آهي. جهڙي طرح عربن لاءِ آهي ته هو ”وادي غير ذي زرع“ جا باشندا آهن، تنهن ڪري مٿن عرب نالو پيو. سامي زبان ۾ ”عربه“ صحرا ۽ بيابان کي مفهومي لفظن ۾ چيو ويندو هو. اهڙي طرح قرآن ڪريم ۾ به ماڪيي ”وادٍ غير ذي زرع“ جو لفظ آيو حضرت اسماعيل عليه السلام کان اڳ انهي خطي ۾ ڪو انسان رهندڙ ڪونه هو. بعد ۾ انهيءَ خطي ۾ آيل باشندن لاءِ ”عرب“ جو نالو پيو، عرب جي شاعرن ۾

اهو ڪمال هو جو پنهنجي اشعارن ۾ خيالي معشوق جي خيالي ديدار جي ذڪر سان گڏ پنهنجي نسلي بهادري ڪارنامن جا پار پتا به آڻيندا هئا. انهيءَ ڪري سينه به سينه محفوظ ٿيل شعرن ذريعي عرب قوم جي تاريخ زياده ظاهر ٿيل آهي.

بلوچ جيڪڏهن عربن جي نسل مان هجن ها ته ضرور انهن جي ماحول مطابق سندن شاعر به زياده فصيح و بليغ هجن ها ۽ سندن تاريخ قديم جو به پتو لڳي سگهي ها. پر ڏٺو وڃي ٿو ته بلوچ شاعرن ۾ ڪا اهڙي تيزي ڪانه هئي، جيڪا عربن جي قديم شعرا ۾ فصاحت و بلاغت واري چاشني آهي. بلوچن جي قديم ۾ قديم شاعري جو سينه به سينه محفوظ ٿيل خزانو 'دفتر' جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ مان ئي قوم جي تاريخ ۽ جاگرافي جو پتو پئجي سگهيو آهي. انهيءَ شعر ۾ ته بلوچ پاڻ کي حلب کان ٻاهر ڪونه ڪڍي سگهيا آهن. هوڏانهن عربي شاعرن ته پنهنجي جذباتن ۾ پنهنجي جاگرافي به بيان ڪندي، پنهنجي محبوب جي قوم، ڳوٺ، وطن جا وڻ ۽ چشما ڏيکاريندي پنهنجي اتي رسڻ جي رستن ۽ ڪشالن جي تاريخ به کلي دل سان ظاهر ڪئي آهي. بلوچي دفتر موجب بلوچ حلب مان ڪربلا جي واقعي کان پوءِ ٤٤ قبيلا ساڻ ڪري مير جلال هان جو ذڪر ڪن ٿا. قومن جي نالن جو به فرق رهيو آهي. بلوچ پاڻ کي خان يا مير سڏائيندا هئا.

پر عرب پاڻ کي شيخ سڏائيندا هئا، هاڻي اسان واديءَ بلوص جي بلوچن مان اهڙيءَ هڪ مير جلال هان جو شجرو هن ريت بيان ڪريون ٿا.

مير جلال هان جي وفات کان پوءِ سندس فرزند هوت خان 'هوڏ ڪري' پنهنجن پيئرن کي 'تڙا مٿي تي رکايا' آهي ڪيچ مان نڪري ويا، بلوچي همت موجب انهن مان ڪورائي مڪران ۾، رند شورڻ ۾، لاشار گندا واه ۾، دومبي گاجان ۾ ۽ جتوئي سبي ۾، علائقا هٿ ڪري وٺي ويٺا. اهڙي طرح جلال خان جي مرڻ

ڪان پوءِ هن نموني سندس پويان ڏارون ڏار ٿي 'پنهنجي وال' تي قبيلا ته ٺهجي ويا. مگر بلوچي آئين موجب تمام قبيلن جو 'دستورالعمل' ساڳيو ئي رهندو آيو. يعني سڀني بلوچن جون تهذيبي روايتون هڪ جهڙيون رهيون. اهي چند بنيادي روايتون هن ريت رکيون ويون هيون.

١- هر قبيلي کي ''تمن'' سڏيو ويو.
٢- هو 'تمن' جي وڏي کي ''تمندار'' سڏيو ويو.
٣- هر تمن جا 'پاڙا' ٺاهيا ويا.
٤- هر 'پاڙي' جي وڏي کي 'مقدم' سڏيو ويو.
٥- هر پاڙي کي انفراديت جو حق ڏنو ويو.

قبائلي نظام موجب بلوچن مٿئين نموني ڍانچي ٺاهڻ بعد وري هڪ قبائلي طريقه ڪار تيار ڪيو اهو هن ريت آهي.

١- خون جو بدلو وٺڻ (خون ڪرڻ سان).
٢- جنهن ماڻهو پناه ورتي ان جي حفاظت هر حالت ۾ ڪرڻي پوندي چاهي ان ۾ پنهنجي جان به قربان ڪرڻي پوي.
٣- جيڪا جائيداد جنهن جي آهي ان جي حفاظت مٿس لازمي آهي سر ڏيڻ ڪان به نه ڊڄڻ گهرجي.
٤- مهمان نوازي لازمي آهي، مهمان جي خدمت سندس لياقت موجب ۽ حفاظت هر حالت موجب ڪرڻي آهي.

٥- غير مسلمان، ٻورتن ۽ انهن ٻارن کي جن اچا ستي ڪانه پاتي هجي ڪنهن به حالت ۾ قتل نه ڪرڻو آهي.

٦- مخالف قبيلي ۽ دشمن خاندان جي ڪنهن به عورت ڪان وير نه وٺي بلڪه پرهيز ڪرڻ.

٧- جنهن ماڻهو ويڙه هلندي ڪنهن مذهبي جاء (مسجد، مندر، ديول) ۾ پهچي وڃي پناه ورتي تنهن کي ڪجهه نه چوڻ.

٨- ويڙه هلندي جنهن به هٿيار ڦٽا ڪري امن طلب ڪئي تنهن کي نه مارڻ نه نقصان ڏيڻ.

٩- هلندي ويڙه ۾ ڪنهن به ڏر جي عورتن قرآن شريف وچ ۾ آندو يا نيائيون پاڻ اچي وچ ۾ پيون ته هڪدم ويڙه بند ڪرڻ.

١٠- تنازعن ڪان پوء سيد يا نيائيون ميڙ تي اچن ته هڪدم صلح جون ڳالهيون ڪرڻ، عيوض وغيره معاف ڪرڻ.

١١- بدڪار مرد ۽ بدڪار عورت کي لازماً هڪدم قتل ڪرڻ.

١٢- 'سيد ميڙ' ڪان سواء ۽ ائين 'مفت ۾' نيائي جو سنگ نه ڏيڻ.

انهن رهنما اصولن تي 'بلوچي بدويانه زندگي' جو دارومدار هو. بلوچي زندگي تي به هڪ وڏو مڪمل

ڪتاب ڪڍي، پر انهن ڪي ته في الحال 'دل گهريا' ۽ 'دل گهڙيا' داستان ڪوشش ڪري ڪري تيار ڪرڻا آهن. مختصراً انهيءَ ابتدائي احوال ۾ اهو ڏيکارڻو هو ته بلوچ قوم ڪٿان جا باشندا هئا ۽ هيئنر ڪٿي ۽ ڪهڙن قبيلن ۾ ورهائجي ويا ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ڪوشش ڪري ڪي آڻي لاءِ هن ريت شجرو ڏيکارجي ٿو.

# قومي پاڙن جا موجوده معتبر

جاماڻي پاڙو- مقدم مير عبدالغفار خان
چنڌاڻي پاڙو- حاجي خانصاحب دوست محمد خان
بکراڻي پاڙو- مير سڪندر خان  شاهلاڻي شاخ
بکراڻي پاڙو- مير عبدالستار خان  صادقاڻي شاخ
بکراڻي پاڙو- مير نبي بخش خان  مانجهاڻي شاخ
عمراڻي پاڙو- رئيس گل حسن خان
چنڌاڻي پاڙو- مسٽر شمس الدين خان  ميهواڻي شاخ
چنڌاڻي پاڙو- مير نواب خان  مدداڻي شاخ
درياڻي پاڙو- گل خان  ميرلاڻي شاخ
درياڻي پاڙو- حاجي علي مراد خان  پيهاراڻي شاخ
هاجاڻي پاڙو- اسلام خان
بشواڻي پاڙو- عنايت الله خان (عنايت بلوچ)
زانوراڻي پاڙو- حاجی سليم خان
شادياڻي پاڙو- ڏني بخش خان  شادياڻي شاخ
موندراڻي پاڙو- خان محمد خان  گل بيگاڻي شاخ
موندراڻي پاڙو- مولوي عبدالوهاب خان  گاهياڻي شاخ
جوکياڻي پاڙو-

# چند مشاهير

## سردار رحيم خان اول

هي ياڳن پريو سردار چمندي چام هو. مراد کهيري
جڏهن ڪلهوڙن طرفان ڪڇيءَ جو ناظم مقرر ٿيو ته
حڪم جاري ڪيائين ته ملڪ ۾ بدامني برداشت نه
ڪبي جيڪڏهن ڪنهن به جوڳُر جو هڪ ستو ٻيلي فصل
مان چوري پئيو ته سندس سر ان ستي جي عيوض ڪاٽبو
ويندو. ملڪ ۾ ٻڪب ماڻهن کي ڇتو ڪري وڌو هو.
حڪومتون جلدي جلدي تبديل ٿي رهيون هيون تنهن
ڪري افراتفري واريون حالتون هيون. ڪوسه قوم جا
ماڻهو سڄي سنڌ ۾ ڦڪڙيل ۽ مڙسي وارن ڌندن ۾ مشغول
هئا. ڪڇيءَ جي علائقه ۾ جامو خان سندن چڱي مڙس
جو قيام هو. هڪ دفعه جوڳُر جا ٻنا پچي راس ٿيا ته
ٻڪب کان تنگ آيل هڪ ڪوسياڻي مائي ٻني مان جوڳُر
جا ستا پٽي آئي، حڪومت جي ڪارندن کيس پڪڙيو.
ڪوسن وچي جامو خان کي دانهن ڏني تنهن تي هن پنهنجي
فرزند رحيم خان کي چيو ته وڃي مرادکي چئو ته مائي
کي ڇڏي ڏي ورنه 'معاملو مچندو' رحيم خان مراد
ڪهيري ناظم صاحب وٽ پهچي حال احوال ڪيا مرادخان

چيو تہ تو ۾ اها غير معمولي جرئت ڪيئن آئي جو منهنجي واضح حڪم جي خلاف سفارشي ڏي آئين! رحيم خان جواب ۾ چيو تہ ناظم صاحب! تنهنجو حڪم انتظامي لحاظ کان تہ سٺو پر انساني لحاظ کان نهايت بي ڪارا ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ رحم ۽ حالتن موجب پرک جو ذري جيترو بہ خيال ڪونہ رکيل آهي مائي ويچاري بک کان تنگ اچي اهو ڪم ڪيو آهي تنهن ڪري اُن کي هر حالت ۾ بي ڏوهي سمجهڻ گهرجي. مراد وزير کي رحيم خان جي دليريءَ وڏو متاثر ڪيو مائيءَ کي معاف ڪرڻ سان گڏ رحيم خان کي پڳ انعام ۾ ڏيندي چيو تہ "اي پڳ ميڏي دعا دي هي اهين پڳ کون قيامت تائين بقا هوسي، جهين ڏي اهين نال کهڻ دا ڪيتا آهو نہ هوسي"

## سردار رحيم خان ڏيو

مياں غلام شاه ڪلهوڙي کي ڪوسن جي بهادري ۽ آزاد طبعي کان ڏڄ پيدا ٿيو. هن ڪوسن جي سردار جعفرخان کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. جعفرخان سردار جي شهادت بعد رحيم خان ڏيو نوجوانيءَ جي عالم ۾ ڪوسن جو سردار بڻيو، ڪوسا مختلف جاين تان گهمندا ڦرندا، شڪارپور تعلقہ ۾ اچي ڳوٺ ٻڌي ويٺا، شڪارپور ۾ مختلف حڪومتن جا نمائندا اچي، رهندا هئا. اتي شاه شجاع ۽ انگريزن جا ايلچي پڻ رهندا هئا. ٽالپر حاڪمن جي نمائندي عالي جاه سيد محمد ڪاظم شاه

جي سردار رحيم خان سان دوستي هئي، ڪرڙيءَ واري مشهور جنگ ۾ رحيم خان سردار پنهنجي دوست سان سنمک ٿيڻ لاءِ وڏي عمر هوندي به شرڪت، سندس اپيل تي ڪئي، هي سورهيه آتي سر ڏيئي سرخرو ٿيو سندس قبر چاهڙن ريلوي اسٽيشن پرسان ڪوسن جي 'خان ڳوٺ' ۾ آهي، 'وطن خاطر سر ڏيڻ' جا سبق اهڙن سورهين ئي سيکاريا. شل اهي سبق پوين کي به ياد رهن!

## سردار قادربخش خان

ڪوسن جي معمر سردار رحيم خان ڀٽي جي شهادت بعد سندس سؤٽ امام بخش خان ڪوسن جو سردار ٿيو. سردار رحيم خان جو پاٽيٽو قادر بخش خان لائق ۽ هوشيار نوجوان هو جڏهين هو چڱي طرح ساماڻو ته ڪوسن جي هڪ اهم شخصيت وليد خان جاماڻي جي تجويز تي سرداري لاءِ قادربخش خان کي موزون سمجهي ڪيس سردار بڻايو ويو. سردار قادر بخش خان لائق، سهڻو ۽ هوشيار جوان ثابت ٿيو. انگريز ايلچي به سندس هوشياريءَ جا معترف هئا. سردار قاد بخش خان ڪمال هوشياري سان ڪوسه تمن کي وقت جي نازڪ حالت جي خراب نتيجن کان محفوظ رکڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. بادشاه گردي ڪري شريف قومن تي تڪليفون اچانڪ اچڻ لازمي تي پونديون آهن پر سردار قادر بخش خان مصلحتن ۽ دوراندیشي جي تقاضائن کي پورو ڪندي انگريزن سان سات ڏيئي

قوم کي نيست ۽ نابود ٿيڻ کان بچائي ورتو ورنه اهو قوي امڪان هو ته کوسن جهڙي غيور قوم جا فاتح انگريز، لاهه ڪيي ڇڏين ها، سردار صاحب جي تدبرسان اها مصيبت ٽري وئي.

## سردار رحيم خان ٽيون

هي سردار مضبوط ارادن جو مالڪ هو هن جي وقت ۾ جکراڻي ۽ مانجهاڻي کوسن جو تنازعو ٿيو، ڪمال بهادريءَ سان هن سردار پنهنجي قوم جي عزت برقرار رکي ۽ هميشه لاءِ جکراڻي کوسه تنازع کي ختم ڪرايو. جکراڻي قبيلو مانجهاڻي کوسن جو "ماماڻو پاڙو" ٿي پيو. مرزا قليچ بيگ صاحب هن سردار سان ڪچهريون ڪندو هو ۽ سردار صاحب جي مدبري ۽ قومي قيادت ولري صلاحيتن جو مزو وٺندو هو. سردار رحيم خان پنهنجي ملڪيت جو جان فشاني سان تحفظ ڪيو جيڪا سندس چاچي کلول خان گڏائي هئي. کلول خان لاولد هو. سندس هن بختاور پاڻني انهيءَ مڏي کي ميڙي سهيڙي پاڻ کي مالا مال ڪري؛ اوج تي رسايو.

## خان بهادر سردار مير هزار خان

قادرپور جا قلعا ٺاهيندڙ، عالي دماغ، دست فراغ سردارن ۾ سهڻو، گفتگو جو گهڻو، ضلع تي ضابطو رکندڙ ۽ دربار ۾ شريڪ ٿيندڙ، دوستي پيدا ڪندڙ همت پرديو

دلبر، بمبئي ڪائونسل جو ميمبر بلوچي تهذيب جي سچي پچي تصوير فيصلن ۽ مجلسن جو مهمير، ڪوهن جو سياڻو سردار.

## سردار بهادر عبدالرحيم خان

هي نرالي رنگ ۽ اعليٰ اوج جو مالڪ توشاخاني جو شائق. شڪار جو ماهر نشانه بازي ۾ بي مثال، هي سردار تاعمر ضلع لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ رهيو. توشاخاني ۾. هزارين چاقو. سوين قلم. سوين تلوارون. سوين بندوقون. لکها ڪارتوس سوين سوڙيون. هزارها وال ڪپڙو. سوين من ڪمنڊ. سوين دبا چانهه جا. هزارها من اناج ۽ چانور. سوين من بصر. سوين من گيهه هزارها هنر ماسٽر وائيس رڪارڊ. ڊزن گراموفون هزارها صفحا ليٽر پيڊ. هزارها لفافا. مطلب ته دنيا جهان جي سڀڪا شئي تمام جهجهي مقدار، انداز ۽ تعداد ۾ چڏيون ويو.

انگريز به وٽس وقت طئي ڪرڻ بعد ملڻ لاءِ ايندا هئا. سخاوت جي اها حد جو ڪوبه ماڻهو وٽس ڇهه مهينه سواري سوڌو رهيو پيو هوندو هو ته ڪيس روانه ماني هند ڪٽولي سان گڏ سواري لاءِ داڻو گاه به پيو ملندو رهندو هو. ڪير به ڪيس ائين نه چوندو ته هيترو وقت ڇا لاءِ ٽڪيو پيو آهين وڃ، ٻـر ڪـارو ڪتو!! مجال آهي جو، نوڪر چاڪرن اُن مهمان سان مُنهن ميرو ڪن.

سردار صاحب جا 'دروازا هميشه تاڪيل' خان خانان
هجي تہ بہ ٻاهر پيو ٻاڪاري مرضي پوڻ تي ڪيس اندر
گهرايو ويندو هو نہ تہ ٻل ڇهہ مهينا ٻاهر آڀاسيون ڏئي
باقي وٺائنس ڪوئي بہ ناراض نا اميد يا هٿين خالي
ڪونہ موٽيو هوندو. هرڪو قادر پور مان ڪلندي واپس
ورندو ۽ قادر پور ڏي وري وڃڻ جو خواهان رهندو
هو. انتظام اهڙو اعليٰ درجي جو هوندو هوس جو سندس
ملازمن جي فوج هميشه تيار صاف لباس پاتيون. اڇا اُجرا
هڪيا تڪيا. هلڻ وڃڻ ۽ حڪم بجا آڻڻ لاءِ پابہ
جِتي. مجال نہ آهي جو حڪم ڏيڻ بعد نوڪر چوي تہ
سائين جوتو ڪري اچان يا پٽڪو ڪٽي اچان يا اڄ
گهوڙي کي ڪرڪرو هٽي وڻان! گهوڙو صاف نہ نظر
آيو تہ نوڪر جي پگڙي پٺي گهوڙي جي چم سان
گسندي، مٿي سندس وارن ۾ ۽ سندس جوتو، سندس
پٺيءَ تي. ڪنهن سان ڪنهن ڪو وڌاءُ ڪيو يا ڪنهن
جو، حق ڪاڏو، ثابت ٿيڻ تي هڪدم مظلوم کي حق
ملي ويندو هو اهو قوم ڪوسہ جو هجي يا پٺي ڪنهن
سرداريءَ جو. سردار عبدالرحيم خان وٽ فيصلو آيو نہ
ناحق ولري کي ڦقڙي وٺي ويندي. هڪدم حاضر ٿي
حق ڏيڻ لاءِ هامي ڀري ويندو نہ تہ ظالم جا ٻچا ٻير
تي رکو حاڪم کي خط لکڻ جي دير. حڪومت وٽ
سردار بهادر جي ليٽر پهچڻ سان ظالم سڌو ڪاٺ ۾.
پل پيو تي سال ٽيپ ڪاٽي. ڪنهن سان بہ ناحق سردار

بهادر جي زماني ۾ نه ٿيو. ڪنهن کي طاقت نه ٿي ڪانه ٿيندي هئي جو سردار صاحب جي هوندي کو ڪنهن سان ڏنگو پير کڻي. اوڙي پاڙي جا سڀ سنڌس ڇانو هيٺ سکيا ۽ مٺي ننڊ ۾ رهيا. سنڌس وڏي پڇاڻا کوسن کان وڏيڪ پين غير کوسه ماڻهن محسوس ڪيو ته هو هينئر ڇوراٽي پيا آهن.

جي جيءَ کي جيارين سي لاهوتي لڏي ويا!

## سردار غلام حيدر خان بليلاڻي

هن صاحب کي ڀل ڏيڻ وسري وڃڻ جي عادت هئي. ديره غازي خان ۾ ملتان جو حاڪم ديوال مول راڄ هيو تنهن جي ڪاردار ديوان مونگارام هن کي ڀل ڏيڻ لاءِ تنگ ڪري ڪيس اُس تي ٻيهاريو هن به چيس ته "خدا اهو ڏينهن ڪريسي جو تيڪون پيٺ والي لتان مار ڪر اهين تلوار دي ضرب ماران"

سردار صاحب، اهو ضد پاڙيو. جنگ ڪري مول راڄ تي فتح ڪمائين پر مول راڄ وٽس قيدي جي صورت ۾ سامهون آيو. افسوس ڪندي چيائين ته "مقابلي دي صورت وچ مين اپڻا وچن پاڙان ها هڻ ته ٻڌا قيدي تي اڳون آيا ٿين کيا کران ٻڌي قيدي اُتون هٿ چاوڻ مردانگي نهين"

## صوبيدار امين خان اماڻي شهيد
## (ڏاڏو سائين)

”جنهن جو نالو امين، اهو وڃائي ڪنهن جو ڪين“
اهو ضرب المثل مشهور هو. صوبيدار امين خان جي حد
۾ چوري ٿي ته اها هڪدم واپس ٿيڻي هئي نه ته حد
جي چورن کي گهرائي ڪانڊيرن جي ڳاهه ڳهرائڻ جي
تياري، ٿي ويندي هئي. انهيءَ ڌمڪاءَ ڪري ڏاڍي ۾
ڏاڍو ’نرچو چور‘ به امين خان صوبيدار جي نالي ٻڌڻ
سان ستت پسائي ويهندو هو. ٿيل چوري سڀ سڳي سوڌي
پاڳئي کي ماڻي ته واهه نه ته تر جي چورن ۾ ماتام.
اهڙي امانت ڪرڻ ڪري حد ۾ امن پيدا ڪري
ڇڏيائين. جهڙي طرح چورن کي چوريءَ کان توبهون
ڪرايائين تيئن پاڻ به پرائي ماني ته پنهنجي جاءِ پر
پرائي وڻ جي ڇانو هيٺ وهڻ کان به پري رهيو، سڄي
عمر پنهنجو سيڌو اٿو سان ڪنيون جانچڻ تي هلندو رهيو
سندس سخت طبعي رشوت خور ڪامورن تي گران گذري.
چاڪاڻ ته آنهن تي به سندس سختي جو اثرپوندو هو. سازش
ڪري اهڙي امين مڙس کي زهر ڏيئي هميشه لاءِ بدامني
پيدا ڪري ڇڏيائون.

## خليفو دلمراد خان ڇڏاڻي

حضرت حافظ الملت قطب دوران سيد العارفين حضرت
حافظ صاحب ”مالڪ جن“ پر چونڊي شريف وارن جو

خلفو هو، غريب آدمي چوڪ ۾ عاليشان جامع مسجد اڏائي ويو. مسجد کي ذڪر الاهي سان تعمير ڪرايائين مسجد جي اڏاوت لاءِ هر مرحلي ۾ ذڪر جو سلسلو جاري رهيو ٧٣ سال گذرڻ بعد اڄ ڏينهن مسجد شريف ڪر ڪنبون بيٺي آهي. جيڪب آباد ڪشمور ريلوي لائين تان سفر ڪندڙ هر مسافر کي سندس جلوو تجلا ڏيندي ڏسڻ ۾ ايندو آهي سندس مقبرو به تنگوائي ريلوي اسٽيشن پريان نظر ايندو آهي. الله وارن جو نالو ڳم ٿيڻو ڪونهي.

## حاجي محمود خان جو والد حاجي عظيم خان جاماڻي

هجرت جو سالار حضرت امروٽي عليه رحمت جو شيدائي. حاجي محمود خان جهڙي فرزند جو پيءُ ڪٺي مان ڪيچ ۽ ايڪڙ سان اڻ ڳڻت مرقباً ٺاهڻ جو ڪاريگر انسان.

## حاجي عبدالعزيز خان جاماڻي (والد بزرگوار)

ڪشاده دست، هجرت جو حامي. حضرت سنڌي جو ملاقاتي ۽ خادم، شرع شريف تي مڪمل طرح هلڻ واري زندگيءَ جو مالڪ، آن ۾ ايتري قدر پابند جو گهر ٻاهران سڏ ڪرڻ بجاءِ ذڪر ڪرڻ جو رواج قائم ڪندڙ، شان و شوڪت جو مظهر قومي درد رکندڙ.

مخير فقيدالنظير مثالي زميندار زراعت جو ماهر هندستان
کي انگريزن کان نجات ڏياريندڙ انقلابي فرزند جو والد
قوم ڪوسه جو نرالي شان ۽ بخت وارو ڀاءُ ۽ هن عاجز
جو ابو. الله سائين سندس مرقد تي پنهنجي رحمتن جا
انوار قائم رکي.

## حاجي محمود خان جاماڻي

حج ڪرڻ جو شوقين، مدرسن ۽ مسجدن جو باني،
الله وارن جو خادم، علماءُ جو خدمتگار مرڻ گهڙي
تائين نمازون ادا ڪندڙ. هر تيماردار اڳيان ڪلمه شهادت
پڙهي مسلمان هئڻ جو اظهار ڪندڙ هن بندي کي خاص
دعائن سان نوازيندڙ. نماز جي حالت ۾ مالڪ حقيقي
سان وڃي مليو وارو چاچو مرڻ کان پوءِ ڪرامتي نمونه
عزيز آباد اچي پهچڻ وارو نانو، تجهيز و تڪفين و تدفين
لاءِ پنهنجن وٽ مرڻ بعد انهيءَ نموني پهچڻ سندس روحاني
طاقت جو هڪ مظاهرو هو.

ابي سائين ۽ چاچي ڀائن مرحيائن سان سندس ناتو
نروار آهي. جو سندن ڳوٺان پنهنجو جنازو ڪڍائي انهن
جي پرسان وڃي سائن سمو. خدا جو هي مقبول بندو
جامع مسجد چوڪ ۾ پنهنجي قريبن سان گڏ ابدي آرام
۾ آهي.

## ماستر عبدالرسول خان جاماڻي

سالڪن جي سڪ واري سوز ۾، سدائين، قرب جو

سبق ڏيندڙ سائين، عشق مرشد ۾ سرشار ذاڪر، شيدا تخلص رکندڙ شاعر، کوسن کي انگريزي طرف مائل ڪندڙ ماستر، مجسمو انسانيت جو، عالم جواني ۾ الوداع ڪندڙ لاثاني ڪوسو.

## خان صاحب بهادر خان بکراڻي

ضلع جيڪب آباد جو وڏي ۾ وڏو خير ڪندڙ زميندار هر ۾ هارپ جو ماهر. بهادر فقير مدد دستگير لکئي وارو انسان، ڇڪڙي جي سواريءَ ۾ روپين جون ڳوٿريون کڻي سفر ڪندڙ، هارين جو مهربان روپين کي مستحقن ۾ ورهائي ڇڏڻ ۾ دير نه ڪندڙ ۽ زمين کي ڪَڏ ڪرڻ جو سائتي جوان. بهادر پور جو باني بکراڻي ڪوسو.

## خان بهادر دلمراد خان بکراڻي

زماني جي لاهين چاڙهين ڪري تهمتن هيٺ اچي پر پارپٺي تهنيت جو حقدار، ڪيسن جو ڪوڏيو. بازي کٽي يا هارائي جو پرواه نه ڪندڙ، ڪامورن ۾ هلندي پڄندي وارو ته وري ڪامورن هٿان نقصان رسڻ بعد به غير محتاط خرچائو، وڏي زميندار جو فرزند اوچتي الوداع ڪيائين.

## مولوي سراج الدين صاحب دريائي

قوم ۾ پهريون عالم دين، مولانا همايوني رحمت الله عليه

جي زندگي ۾ سندس فيض کان بهرور. مولانا جي بياض تان طبي نسخا هٿ ڪري اهڙو ته لاثاني حڪيم بڻجي ويو جو ملڪن ۾ مشهور ٿي پيو. اکين کان نابين پر دل نور کان پريل. حضور رسالتمآب سرڪار دو جهان جو خواب ۾ زيارتي. نبض ڏسڻ سان سمورو مرض پڌرو ته بچڻ واري مريض لاءِ اهو چئي سندس پاڇي کان پري پڇڻ، ڪ "هن کي نقاهت آهي". مولوي صاحب جنهن لاءِ نقاهت جو لفظ واتون ڪڍيو انهيءَ مريض جو موت کان پري وڃڻ محال يا ٻين لفظن ۾ موت جو مريض کان دور ٿيڻ ناممڪن.

## حاجي گهنور خان چلاڻي

ست حج ڪندڙ لاثاني مرد، عزيزن قريبن جي سار سنڀالِ لهڻ ۾ هوشيار. جيڪي ڪجهه ڏئي اهو بنديءَ ۾ داخل ڪري سال ختم ٿئي. توڏل ڏيئي رقم جمع رکي هيئان لکي ڇڏي ته رقم وصول ٿي، وري بي سال لاءِ ڏار بندي ۾ ڏار ڏيڻ وڃڻ. ڏيئي نه پڇارڻ وارو ۽ ليکو هر سال چڪتو ڪندڙ اهڙو عزيز وري پيدا ڪين ٿيندو. پير بخاري جامع مسجد جيڪب آباد لاءِ ٥٠ هزار ڏيڻ بعد به چيائين ته هن مسجد چي ٺهڻ تي جيترو به خرچ آيو اهو مان ڀريندس پر سندس حياتي وفا نه ڪئي تاهم پنجاه هزار روپين ۾ ئي جنت واري جاءِ سستي اگهه حاصل ڪيون ويو.

## مير ٻهاول خان شهيد ٻڪراڻي

داناين جو ٻه دانا، جرڳن ۾ فقيدالمثال روشن بيان موتيون پوئيندڙ انسان، دلائل سان قائل ڪرڻ جو ماهر پنهنجن ۾ "بهلول دانا" وانگر مشهور ۽ معتبر، زميندار انتظام جو بهترين مثالي ماهر. شهادت ٻه هر ڪهرائيندي رات جو دشمن هٿان حاصل ڪيائين.

## عالم خان ٻشواڻي

غريب هارپ ڪندڙ. هاري ڪاميٽي جو همدرد، زميندار ڪمداري واري ماحول ۾ اڇي زميندارن وانگر شڪار جو شوقين هيو.

زميندارن جي خدمت ڪندي ڪيس اهو ميلو مليو جو هو ڌاڙيل ٻڻجي پيو. سندس عزيز الاهي بخش کوسه هاري ورڪر کي ظلم سان قتل ڪرڻ تي هي مجرجي پيو. ويتر حاڪمن جون روايتي پوليسي ڪارروايون سندن پارن ٻچن تي ٿيون تنهن ڪيس ڇتو ڪري ڇڏيو. انتظام جي جوش کان هن ڏاڍ مڙسي ڏيکارڻ ۾ ڪين گهٽايو. جيڪو ٻه اڳيان آيس تنهن کي ڪيرايون لتاڙيون وڃي موت جي منهن پيو.

## عبدالمجيد خان موندراڻي

غريب جو يار. هارپ جو اناج کنيو بازار ڏانهن. پئي ويو. ڌاڙيان سان سامهون پنجي وين ساٿي کي مرندو

ڏسي پاڻ هٿيار بند ڌاڙيلن تي سوٽ سان حملو ڪيائين پر بندوق بي مراد هٿيارن مان نڪتل بکيا ڪان هن غريب کي ڪائي ويا.

## محمد بخش خان مجنون عمراڻي

ڇا صفت ڪجي هن مرد متير جي. مجنون ته پنهنجي تخلص موجب پاڻ هو پر هرڪنهن واقف ڪار کي پاڻ تي مفتون بڻائڻ جو ڪاريگر هو. سنڌيءَ ۾ انوکي ڍنگ سان قلم وهائيندڙ هي جوان جدائي جا داغ ڏيئون هليو ويو. ڪاش اڄ جيئرو هجي ها ته پنهنجي حڪم موجب لکندڙ هي ڪتاب ڏسي مون کي خوش ڪري ها.

وڃڻ وارا موٽندا ڪين آهن. مجنون جو به موٽڻ محال آهي. سنڌس جدائي جو سور سدائين سيني ۾ سانديل رهندو. مجنون جي موڪلائي ڪري منهنجي نظر ۾ کوسه تمن کي انتهائي نقصان رسيو آهي. ٻي ڪنهن کي اهو پتو آهي يا نه پر بنده کي احساس عمر ڀر لاءِ رهندو. مجنون جهڙي مومن جي مرقد تي لکين سلام! مجنون جهڙي مومن پرنئي محبتي جوان جي مزار تي لکين سلام! انساني اوصافن اجاگر ڪندڙ مجنون جي ابدي آرام گاه تي گلن جي ورکا!

قربن ڀريا ڪتاب لکندڙ مجنون محمد بخش خان بلوچ جي قبر تي سداءِ انوار الاهي وسندا رهن!

# تاريخي هڪ سؤ اهم واقعا

١- سنه ٦٨ع = بلوچن پنهنجي علائقي مڪران جي ڪلما بندر وٽ "تثليث جي تبليغ ڪندڙ" عيسائي پادري سينٽ ٿامس کي قتل ڪري ڇڏيو.

٢- سنه ٦٣٧ع= بلوچ قوم "اسلام تي ايمان آندو".

٣- سنه ٦٨٠ع= بلوچن "حلب مان هجرت ڪئي".

٤- سنه ٧٠٠ع= بلوچن ڪرمان "ڪوچ ڪري" ڪيچ طرف رخ ڪيو.

٥- سنه ٧٠١ع= بلوچ، مير جلالهان ڪيچ جو علائقو "منڊ هٿ ڪيو"

٦- سنه ٧٥٠ع= بلوچ ميرجلال‌خان جي پٽ هوت‌خان جو زمانو.

٧- سنه ٨٠٠ع= "مير ڪوسغ خان" ولد هوت خان جو زمانو.

٨- سنه ١٤٤٣ع= ڪوسا، ملتان جي حاڪم سلطان قطب‌الدين لانگاه جي سڏ تي "ملتان پهتا".

۹- سنہ ۱۴۶۹ع= ڪوسا، سنڌ جي حاڪم سمن جي سڏ تي سنڌ ۽ گجرات جي سرحد تي "ٿر جا واهڻ وسائڻ آيا".

۱۰- سنہ ۱۴۸۰ع= ڪوسن، سردار باطل‌خان جي رهنمائي ۾ ديري غازي خان ۾ "جاگيرون هٿ ڪيون".

۱۱- سنہ ۱۵۰۴ع= ڪوسن، ٿر علائقي ۾ پنهنجي محصول اگاڙڻ لاءِ "قافلن کي قابو آڻڻ" شروع ڪيو ته گجرات جي حاڪم سلطان محمود بيگڙو مٿن ڪاهي آيو.

۱۲- سنہ ۱۵۰۵ع= ڪوسن، ٿر ۾ پنهنجا ڪارناما وري تيز ڪيا" سلطان بيگڙو ٻيهر مٿن ڪاهي آيو.

۱۳- سنہ ۱۵۴۳ع= ڪوسن، پريشان حال همايون بادشاه کي سنڌ مان ايران ڏانهن وڃڻ جي "مهم ۾ مدد ڏني".

۱۴- سنہ ۱۵۵۵ع= ڪوسن، جي قدرداني ڪندي دهلي تخت ٻيهر هٿ ڪرڻ بعد همايون بادشاه "کين جاگيرون عطا ڪيون".

۱۵- سنہ ۱۵۵۶ع= ڪوسن، ٿر ۾ سيد علي ريس مشهور مصنف ۽ ترڪ سياح کي "زوري ڏن ڀرڻ" لاءِ مجبور ڪيو.

۱٦- سنہ ۱٦۱۳ع= کوسن، ننگرپارکر ۾ ايسٽ انڊيا کمپنيءَ جي ايجنٽ نڪولاس وٿنگٽن کي "ڦري ڪنگال ڪري" احمدآباد ڏانهن واپس اماڻي ڇڏيو.

۱۷- سنہ ۱٦۴۹ع= کوسن، ٻين بلوچ سردارن سان گڏجي ملتان جي حاڪم شهزادي اورنگزيب جي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪندي "بغاوت ڪئي".

۱۸- سنہ ۱٦۵۷ع= ڪوسن، سردار روحل خان جي رهنمائي ۾ ميان الياس ڪلهوڙي سان "سات ڏنو"

۱۹- سنہ ۱۷۱۸ع= ڪوسن، کي ميان نور محمد ڪلهوڙي سنڌ جي حاڪم "جاگيرون ڏنيون".

۲۰- سنہ ۱۷۲۹ع= کوسن، جي سردار رحيم خان اول کي ڪڇيءَ جي ناظم مراد گنجي کهيري، سنڌس بهادري تي "اعزازي پڳ" ڏني.

۲۱- سنہ ۱۷۵۹ع= کوسن، جي سردار جعفر خان کي ميان غلام شاه ڪلهوڙي خدا آباد ۾ "شهيد ڪرايو" کوسن تنهن تي خدا آباد تخت گاه کي باه ڏني.

۲۲- سنہ ۱۷۷۰ع= کوسن، کنان "کيچ تي ڪاهہ" ڪرڻ لاءِ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي کين راضي ڪري مدد ورتي.

۲۳- سنہ ۱۷۸۲ع= کوسن، هالاڻي جي جنگ ۾ ڪلهوڙن جو ساٿ ڏنو. گهڻائي کوسا انهيءَ "جنگ ۾ شهيد ٿيا"

۲۴- سنہ ۱۲۹۳ع= کوسن، قلات جي لشڪر کي چالاڪ پڻ لاڙڪاڻہ وٽ شڪست ڏيئي "واپس ورڻ لاءِ مجبور ڪيو"

۲۵- سنہ ۱۸۱۶ع= کوسن، جي خلاف ٽالپورن ۽ انگريزن پاڻ ۾ هڪ عهدنامہ لکيو. جنهن تي کوسن انگريزي علائقي ۾ جي شهر لونا کي "ڦري تباهہ ڪري" ڇڏيو.

۲۶- سنہ ۱۸۲۵ع= کوسن، ڪيچ جي راءِ پرمل جي طرفداري ڪندي انگريزن سان "ڀڄ ۾ ويڙهہ ڪئي".

۲۷- سنہ ۱۸۳۲ع= کوسن، پالنپور شهر کي ڦريو ۽ ۽ انگريزي لشڪرن کي سخت نقصان رسايو".

۲۸- سنہ ۱۸۳۴ع کوسن، جي سردار رحيم خان پيو شڪارپور جي ناظم ۽ پنهنجي دوست سيد ڪاظم شاهہ سان گڏ ڪرڙي جي "جنگ ۾ شهادت پاتي"

۲۹- سنہ ۱۸۳۹ع= کوسن، جي سردار قادربخش خان سان سندس ڪوٽ شڪارپور تعلقہ ۾ انگريز ايلچي ڪئپٽن ايسٽ وڪ ملاقات ڪئي ڪائونس مصري خان کوسي جهڙي دلير جوان "مدد لاءِ سانئي ڪري ورتو"

۳۰- سنہ ۱۸۴۹ع= کوسن، جي پنجاب واري سردار غلام حيدر بيو ملتان جي ڪاردار مونگارام کي "جنگ ڪري گرفتار ڪيو".

۳۱- سنہ ۱۸۵۷ع= کوسن، دلمراد خان جيڪب آباد ۾ انگريزن "خلاف بغاوت ڪئي" کيس انگريزن جلاوطن ڪيو.

۳۲- سنہ ۱۸۵۹ع= کوسن، رئيس ڪاڙي خان ٽر ۾ انگريزن خلاف بغاوت ڪئي، انگريز ايجنٽ "ڪئپٽن ٽروٽ جي سامهون ٿيو".

۳۳- سنہ ۱۸۹۵ع= کوسن، جي سردار رحيم خان ٽئين سان شمس العلماء مرزا قليچ بيگ صاحب جي "دوستي ٿي".

۳۴- سنہ ۱۸۹۵ع= کوسو، امين خان ٽل جو صوبيدار امانت ۾ "امن خاطر شهيد ٿيو".

۳۵- سنہ ۱۸۹۶ع= کوس، رئیس سردار خان ٽـر جـي پوليٽڪل ايجنٽ وٽ پنهنجي ”حقن لاءِ احتجاج ڪيو“.

۳۶- سنہ ۱۸۹۹ع= کوس، خليفہ صاحب دلمراد تنکوائي واري پنهنجي مرشد حضرت مالڪ جن پير چونڊي شريف وارن جي فرمان مطابق چوڪ ڳوٺ ۾ هڪ ”عاليشان جامع مسجد تيار ڪرائي“.

۳۷- سنہ ۱۹۱۰ع= کوسا، آدمشماري موجب، صوبہ سنڌ ۾ ۴۶ هزار صوبہ پنجاب ۾ ۱۷ هزار ۽ صوبہ بلوچستان ۾ پنج هزار هيا (ڪل ٽوٽل هندستان ۾ ٦۸ هزار)

۳۸- سنہ ۱۹۱۰ع= کوس، مير محمد امين خان ”جهڙو سياستدان“ ضلع جيڪب آباد جـي ڳوٺ مير حيات خان ۾ ڄائو.

۳۹- سنہ ۱۹۱۱ع= کوس، سردار سنڌ مان خان بهادر سردار هزار خان ۽ پنجاب مان سردار مبارڪ خان ”دهلي دربار ۾ شامل ٿيا“

۴۰- سنہ ۱۹۱۹ع= کوس، محمد بخش خان مجنون جهڙو ”انوکو اديب“ ٿرپارڪر ضلع جي ڳوٺ سامي ويري ۾ پيدا ٿيو.

۴۱- سنه ۱۹۲۰ع= کوسه، قوم جا ہ اهم ماڻهو، عظيم خان ۾ سندس ڀائٽيو عبدالعزيز خان ضلع جيڪب آباد مان "تحريڪ هجرت جا سالار بڻجي" حضرت امروٽي عليه رحمت سان ساڻي ٿيا.

۴۲- سنه ۱۹۲۲ع= کوسه، مير خان "نهايت دليري سان سج ايرڻ مهل" اسلام ڪوٽ شهر تي حملو ڪري ڌاڙو ہ ڏينهن سانده هلايو، آن مقابلي ۾ آنان جو هڪ پوليس سوار مريد خان کوسو آيو. مريد خان کي سرڪاروٽان انعاه اڪرام ۾ جمعداري ملي.

۴۳- سنه ۱۹۲۴ع= کوسن، جو سردار خان بهادر هزار بمبئي ڪائونسل جو ميمبر ٿيو.

۴۴- سنه ۱۹۲۵ع= کوسه، ميردر يا خان جهڙو "بخت بلند فرزند قوم" ڄاڻو.

۴۵- سنه ۱۹۲۵ع= کوسه، سردار خان بهادر مير هزار خان قادرپور ۾ وفات ڪئي "سندس جنازي نماز مخدوم قاضي بصرالدين سيوهاڻي پڙهائي".

۴۶- سنه ۱۹۲۶ع= کوسه، سردار خان عبدالرحيم خان نئين جوڙجڪ موجب لوڪل ادارن جي قائم ٿيڻ تي ضلع جيڪب آباد لوڪل بورڊ جو پهريون پريزيڊنٽ ٿيو.

۴۷- سنہ ۱۹۲۸ع= کوسہ قوم جو مشهور ڳوٺ عزيزآباد لڳ انڙ واه رياوي اسٽيشن عبدالعزيز خان کوسہ ٻڌايو.

۴۸- سنہ ۱۹۲۸ع= کوسہ، خان بهادر دلمراد خان، جيڪب آباد ميونسپالٽي جي پريزيڊنٽي لاء اميدوار بيٺو.

۴۹- سنہ ۱۹۲۹ع= کوسہ، خان بهادر دلمراد خان ۽ عبدالعزيز خان اسڪول بورڊ جا ميمبر ٿيا.

۵۰- سنہ ۱۹۲۹ع= کوسو، خان بهادر دلمراد خان، اسڪول بورڊ جي چيئرمني لاء اميدوار بيٺو

۵۱- سنہ ۱۹۲۹ع= کوسہ، حاجي محمود خان جي ڳوٺ رپي انڙ واه ريلوي اسٽيشن اڳے، ضلع جيڪب آباد جو پهريون مسلمان ڊپٽي ڪمشنر صاحب زادو محمدخان "اسڪول جي افتتاح ڪرڻ آيو".

۵۲- سنہ ۱۹۲۹ع= کوسہ، قوم جو پهريون نوجوان مير محمد امين خان "اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاء، علي ڳڙه مسلم يونورسٽي ۾ پڙهڻ ويو.

۵۳- سنہ ۱۹۳۱ع= کوسہ، مير محمد امين خان علي ڳڙه "آل انڊيا بلوچ ائسوسيئشن" ٺاهي.

۵۴- سنہ ۱۹۳۱ع= کوسہ، مير محمد امين‌خان ٻي ”آل‌انڊيا مسلم ڪانفرنس“ دهلي ۾ شرڪت ڪئي جتي قائد اعظم وارا ۱۴ نڪات پاس ٿيا.

۵۵- سنہ ۱۹۳۱ع= کوسہ، خان صاحب بهادر خان”مشهور زميندار ۽ سخي مرد“ بهادر پور ۾ وفات ڪئي.

۵۶- سنہ ۱۹۳۲ع= کوسہ، حاجي عبدالعزيز خان مڪي شريف ۾ حضرت مولانا عبيدالله صاحب سنڌي (مهاجر مڪي) سان ملاقات‌ڪئي

۵۷- سنہ ۱۹۳۳ع= کوسہ، مولوي عبدالوهاب صاحب جهڙي محقق عالم ۽ گوشہ نشين درويش جي دستار بندي چوڪ ۾ حضرت پير سائين پر چونڊي شريف وارن ڪئي.

۵۸- سنہ ۱۹۳۵ع= کوسہ،ماستر عبدالرسول‌خان‌سپرنيٽنڊنيٽ هاءِ اسڪول جيڪ‌آباد، جهڙي جوان ۽ کوسہ قوم کي انگريزي تعليم طرف آئيندڙ اُستاد، اوچتي وفات ڪئي

۵۹- سنہ ۱۹۳۷ع= کوسہ، جهان خان ٿرپارڪر مان پوليس جي نوڪري خلق جي خدمت خاطر ڇڏي پاڻ کي ”مسڪين سڏائڻ شروع ڪيو“.

۶۰- سنہ ۱۹۳۸ع= کوسہ میر محمد امین خان کانگریس جي ٽڪيٽ تي سردار شير محمد خان بجارائي کان "سنڌ اسيمبلي جي نشست کٽي".

۶۱- سنہ ۱۹۳۸ع= کوسہ، مير محمد امين خان هاري هل چل جي اڳواڻي ڪندي ٽنڊي ڄام هاري ڪانفرس جي صدارت ڪئي.

۶۲- سنہ ۱۹۳۹ع= کوسہ، الحاج عبدالعزيز خان (قبلہ گاه والد بزرگوار) جهڙي نيڪ ۽ بخت آور انسان "رحلت فرمائي".

۶۳- سنہ ۱۹۳۹ع= کوسہ، مير محمد امين خان کي وطن واپس ورڻ بعد حضرت مولانا سنڌي "پنهنجو ترجمان سڏيو".

۶۴- سنہ ۱۹۳۹ع= کوسہ، مير محمد امين خان تي ڪانگريس جي جلسہ اوستہ محمد ۾ تقرير ڪندي "خوني حملو ٿيو" جلسي کان اڳ جيڪب آباد ۾ سباش چندر بوس سان سندس ملاقات ٿي هئي.

۶۵- سنہ ۱۹۴۰ع= کوسہ، مير محمد امين خان دهلي ۾ قوم پرست مسلمانن جي ڪانفرنس ڪوٺائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آن زمانہ ۾ منٿس "انگريز حڪومت مقدمو هلايو" (آل انڊيا آزاد مسلم ڪانفرنس).

٦٦- سنہ ١٩۴٣ع= کوسہ، مير محمدامين خان کي انگريزن "ست مهينا نظربند رکيو".

٦٧- سنہ ١٩۴۴ع= کوسن، جي سردار خان عبدالرحيم خان کي هند جي وائسراء لارڊ ويول "سردار بهادر" جو خطاب ڏنو.

٦٨- سنہ ١٩۴٦ع= کوسہ، خان صاحب سردار خان ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي خان‌صاحب سهراب خان‌سرڪي کان "سنڌ اسيمبلي جي نشست کٽي".

٦٩- سنہ ١٩۴٧ع= کوسہ، مولوي سراج الدين صاحب تنگوائي واري جهڙي "مشهور نابينا حڪيم" وفات ڪئي.

٧٠- سنہ ١٩۴٧ع= کوسن، جي سردار، سردار بهادر عبدالرحيم خان پاڪستان قائم ٿيڻ تي حڪومت کي مبارڪ باد ڏني. حڪومت سنڌ "کيس شڪريہ جا پيغام موڪليا".

٧١- سنہ ١٩۴٨ع= کوسہ، عبدالمجيد چوڪ واري خداڪارڻ سر ڏيندي "ڌاڙيلن هٿان شهادت پاتي".

٧٢- سنہ ١٩۴٨ع= کوسہ، حاجي محمدخان امروٽ شريف ۾ پوڙ اچڻ ڪري حضرت امروٽي عليہ رحمت جي خاندان کي پاڻ وٽ ڳوٺ چوڪ ۾ اچي رهايو.

٧٣- سنہ ١٩٤٩ع= کوسن، جو "نامور سردار" سردار بهادر عبدالرحيم خان قادر پور ۾ وفات ڪري ويو.

٧٤- سنہ ١٩٥٠ع= کوسہ، حاجي گهنور خان "صوبہ بلوچستان جي هڪ زميندار" جيڪب آباد جي پير بخاري جامع مسجد کي نئين سر ٺهرائڻ لاءِ گورنر سنڌ کي پنجاه هزار روپيہ ڏنا.

٧٥- سنہ ١٩٥١ع= کوسن، جي سردار مير حاجي عزيزالله خان کي جيڪب آباد ۾ "سندي ننڍ دشمنن شهيد ڪيو".

٧٦- سنہ ١٩٥٣ع= کوسا، خان صاحب شاهل خان سنڌ اسيمبلي ۽ مير اسماعيل خان بلوچستان ائڊوائزري ڪائونسل جا ميمبر منتخب ٿيا.

٧٧- سنہ ١٩٥٥ع= کوسا، خان صاحب شاهل خان سنڌ مان ۽ مير نبي بخش خان بلوچستان مان صوبي، "مغربي پاڪستان اسيمبلي جا ميمبر چونڊجي ويا"

٧٨- سنہ ١٩٥٦ع کوسو، خان صاحب شاهل خان گوٺ ٻڄڙي ۾ "اوچتو انتقال ڪري ويو".

٨٩- سنہ ١٩٥٧ع= کوسہ، مير سڪندر خان ضلع لوڪل بورڊ جيڪب آباد جو پريزيڊنٽ منتخب ٿيو کوسو شمس‌الدين ان وقت چيف آفيسر هو.

٨٠- سنه ١٨٥٨ع= كوسو، مير بهاول خان بلوچستان جو هڪ سياسي مدبر ۽ جرڳه جو ميمبر ڳوٺ ڏڳهيءَ ۾ رات جو ٽريڪٽر تي هر ڪهرائيندي "نامعلوم دشمنن هٿان شهيد ٿيو".

٨١- سنه ١٩٥٨ع= كوسو، مير عبدالواحد خان پاڪستان جي مشهور اڳواڻ سهر وردي صاحب جو جيڪب آباد ۾ ميزبان بڻيو". انهيءَ رات پاڪستان ۾ مارشل لا لڳو.

٨٢- سنه ١٩٦٢ع= كوسو، مير دريا خان آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ مير جعفر خان جمالي جهڙي جنگ جوان ڪي نيشنل اسيمبلي جي "اليڪشن ۾ شڪست ڏني".

٨٣- سنه ١٩٦٢ع= كوسو، عالم خان "مقامي حڪام جي ظلمن کان تنگ ٿي ظلم ڪندڙ صوبيدار قمر الدين خان تنگواڻي ٽاڻه واري ڪي ڪٽي وڃي درياءَ ۾ اڇليو ۽ پاڻ سائين هٿان مارجي ويو.

٨٤- سنه ١٩٦٢ع= كوسو، سردار ذوالفقار علي خان پنجاب مان اسيمبلي جو ميمبر ٿيو.

٨٥- سنه ١٩٦٤ع= كوسن، جيڪب آباد ۾ ذوالفقار علي خان ڀٽو جي حمايت ڪري پاڪستان جي صدارتي چونڊ لاءِ "فيلڊ مارشل ايوب خان جو ساٿ ڏنو"

۸۶- سنه ۱۹۶۵ع= کوسن، جيڪبآباد جي هوائي اڏي تي صدر چونڊجي اچڻ بعد فليڊ مارشل ايوب خان جو عاليشان استقبال ڪيو.

۸۷- سنه ۱۹۶۵ع= کوسه، حاجي محمود خان جهڙي نيڪ ۽ بزرگ شخص وفات ڪئي.

۸۸- سنه ۱۹۶۵ع= کوسن، ضلع جيڪبآباد ۾ بنيادي جمهوريت تي ٿيهه في صد قبضو ڪيو. نيشنل اسيمبلي اليڪشن ۾ ٻن کوسن مير نبي بخش خان ۽ مير دريا خان درميان سخت مقابلو ٿيو. مير دريا خان ڪامياب ٿي ويو.

۸۹- سنه ۱۹۶۵ع= کوسو، مير سڪندر خان ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو وائيس چيئرمن چونڊجي ويو.

۹۰- سنه ۱۹۶۶ع= کوسن، جي مشهور ڳوٺ عزيز آباد ۾ سنڌ جي سيد جناب جي- ايم- سيد صاحب جي آمد ٿي.

۹۱- سنه ۱۹۶۶ع= کوسا، ملتان مان فيض محمد خان، خيرپور مان عبدالرزاق خان ۽ نظام الدين خان ڊويزنل ڪائونسلن جا ميمبر ٿيا.

۹۲- سنه ۱۹۶۶ع= کوسن، جي سردار، خان عبدالرزاق خان جي سڏ تي ڳوٺ عزيز آباد ۾ ”کوسن جي عظيم الشان گڏجاڻي“ ٿي

٩٣- سنہ ١٩٦٦ع= ڪوسہ، فيض محمد خان پنجاب مان ۽ نظام الدين خان سنڌ مان لاهور نيپا ٽريننگ لاء موڪليا ويا.

٩٤- سنہ ١٩٦٧ع= ڪوسہ، محمد بخش خان مجنون جي لکيل ڪتاب ”مسڪين جهان خان ڪوسہ“ ملڪ ۾ مشهوري حاصل ڪندي حڪومت وٽان بہ انعام حاصل ڪيو.

٩٥- سنہ ١٩٦٧ع= ڪوسہ،عبدالرزاق خان ڊويزنل ڪائونسل لاء ڪشمور وٽ ايندي مزارين هٿان جيپ ۾ شهيد ٿي ويو.

٩٦- سنہ ١٩٧١ع= ڪوسہ، مير دريا خان ”پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي“ مير مهراڻ خان بجارائي ۽ مير محمد مراد خان جمالي کان اليڪشن کٽي ميمبر نيشنل اسيمبلي ٿيو.

٩٧- سنہ ١٩٧٠ع= ڪوسہ، محمد بخش خان مجنون جهڙو ”لاڪيٽو لعل لاڏائو ڪري ويو“.

٩٨- سنہ ١٩٧٢ع= ڪوسہ،مير محمدامين خان کي پاڪستان جي صدر جناب ذوالفقار علي ڀٽو، بہ دفعہ ”ملاقات لاء راول پنڊي ياد فرمايو“.

٩٩- سنہ ١٩٧٢ع= ڪوسن، جي سردار عبدالرزاق خان ”قادر پور ۾ وفات ڪئي“.

١٠٠- سنه ١٩٧٢ع= ڪوسن، جي "سرداري پڳ" سردار
محمد مقيم خان کي ٨ سيپٽمبر تي
ڏنائي وئي- شال! رب سائين هميشه
سندس نگهبان هجي.

# اهي واقعا جن جا سن ۽ تفصيل ملي نہ سگهيا

- ڪوسن، ڪيهر، ميهر ۽ ڪوڙي کي انگريزي حڪومت شاهوالي تعلقہ اوٻاڙي جي ڳوٺ 'ماڏڪ شاه جي بستي' ۾ گرفتار ڪيو پر انهن پاڻ ڇڏائي، زالون ٻار جهنبور ڪرڻ بعد "انگريزي پوليس تي مارو ڪري کين فنا ڪري رکيو."
- ڪوسن، نور خان چناڻي ۽ ٻين کي ٽالپرن جي آخري زماني ۾ خان ڳڙه (جيڪب آباد) جي قلعي ۾ منجهند ڏينهن جو ڇانو هيٺ ستي انگريزي فوجين شهيد ڪيو.
- ڪوسن، ٻجارخان ڪيچي ۾ قلات جي فوجين سان ويڙه ڪئي.
- ڪوسن، وليد خان جاماڻي تي انگريزي حڪومت سندس آزاد طبعي ڪري سختي ڪئي.
- ڪوسن، مانجهي خان ۽ قلاتي خان کي جکراڻين هٿان شهادت ملي.
- ڪوسن، سنڌ جي سيد جناب جي-ايم سيد صاحب جي والد بزرگوار جي شهادت تي سندس دشمن کان "وير وٺڻ ۾ دير نہ ڪئي."

- ڪوسه، مير حيات خان جاماڻي ڪي قلات جي سر خدا داد خان پنهنجو خاص مصاحب بڻايو.
- ڪوسه، موندر خان معزن جي خانداني پيرن جي اولاد مان ميان گنج بخش جي مريدي قبول ڪئي ۽ خلافت جو ڪٿو حاصل ڪيو.
- ڪوسه، مڻي خان جانياڻي خيز مير (موجوده ڪشمور) ۾ جاگير هٿ ڪئي.
- ڪوسه، خان بهادر غلام حيدر خان بليلاڻي ديرو غازي خان ڇڏي چند عرصو جيڪب آباد ۾ سردار بهادر سردار عبدالرحيم خان ڪوسه وٽ رهائش اختيار ڪئي (مهاجر صورت ۾).
- جيئند فقير ڪوسو، ويٺل ڪلوئي، ڏيپلو، پير ڳاجي ۽ جو سڀون سڌو خليفو هو، ان کان خلافت جو ڪٿو هٿ ڪري ٿر ۾ فيض پکيڙيو.
- رفيق پيربخش جيئنداڻي ڪوسو، جيئند فقير جو انين پيڙهه جو نسل، انگريز سامراج سان ٽڪر کائيندو رهيو ۽ پنهنجي ڀوهه جواني آزادي جي لڙائي ۾ گذاري ۽ بولٽن مارڪيٽ جي هڪ مجمع ۾ حق جو هوڪو ڏيندي جيل جون هوائون کائي آيو.

# معلومات جا ذريعا


| ڪتاب | ليکڪ |
| --- | --- |
| ١- بلوچ قبائل، | لانگ ورٿ ڊيمز |
| ٢- تاريخ ٽالپر، | مهر ڪاڇيلوي |
| ٣- تاريخ ڪلهوڙا، ٢ جلد | غلام الرسول مهر |
| ٤- قديم سنڌ ۽ اُن جا ماڻهو، | مرزا قليچ بيگ |
| ٥- سانوڻ ڪارو پنو، | مرزا قليچ بيگ |
| ٦- تواريخ بلوچستان، | صالح محمد لهڙي |
| ٧- ازمنه زرايات تواريخ بلوچ، | مير خدا بخش خان مري |
| ٨- تاريخ ريگستان، | راءِ چند راٺوڙ |
| ٩- لب تاريخ سنڌ، | مير خدا داد خان |
| ١٠- تازه نوائي معارڪ، | منشي عطا محمد |
| ١١- سنڌ جي اقتصادي تواريخ، | ڊاڪٽر ڇبلاڻي |
| ١٢- تحفة الڪرام، | علي شير قانع |
| ١٣- عبرت ڪده سنڌ، | ضامن ڪنتوري |
| ١٤- جنت سنڌ، | مولائي شيدائي |
| ١٥- تمدن سنڌ، | مولائي شيدائي |
| ١٦- تمدن عرب، | علي بلگرامي |
| ١٧- تمدن هند، | علي بلگرامي |
| ١٨- پراڻو پارڪر، | منگهارام اوجها |
| ١٩- بلوچستان گزيٽيئر، | جنرل ميڪانگهي |
| ٢٠- فتوح البلدان، | بلاذري |
| ٢١- ڪتاب الهند، | البيروني |
| ٢٢- احسن التقاسيم، | بشاري |
| ٢٣- بلوچستان ميں اردو، | ڊاڪٽر ڪوثر انعام الحق |

| | |
|---|---|
| ٢٤- هماري آزادي، | مولانا آزاد |
| ٢٥- گانڌي جا هندستان، | ستيارٿي |
| ٢٦- مسڪين جهان خان کوسو، | مجنون |
| ٢٧- شاه جو رسالو، | ڊاڪٽر گربخشاڻي |
| ٢٨- خليفي صاحب جو رسالو، | ڊاڪٽر باوچ |
| ٢٩- بلوچي دنيا جا پرچا، | ايڊيٽر چاڪرخان بلوچ |
| ٣٠- مهراڻ رسالي جا پرچا، | ايڊيٽر مولانا غلام محمد گرامي |
| ٣١- نئين زندگي رسالي جا پرچا، | ايڊيٽر مولانا عبدالواحد سنڌي |
| ٣٢- الرحيم رسالي جا پرچا، | ايڊيٽر مولانا قاسمي صاحب |
| ٣٣- بلوچي شعر، | مختلف ماڻهن جي زباني |
| ٣٤- والد بزرگوار جون ڊائريون، | |
| ٣٥- والد بزرگوار جا خط، | |
| ٣٦- مرحوم سردار عبدالرزاق خان کان معلومات، | |
| ٣٧- عزيزم مير عبدالغفار خان کان معلومات، | |
| ٣٨- پنهنجون ڊائريون، | |
| ٣٩- عزيزن ۽ دوستن جا خط، | |
| ٤٠- الوحيد سنڌ آزاد نمبر، | |
| ٤١- لغات قديم و جديد، | مولانا سيد سليمان ندوي |
| ٤٢- بلوچ قوم اور اسکی تاريخ، | مولانا نوراحمد فريدي |
| ٤٣- سنڌ جو سفر، | مترجم قادر بخش نظاماڻي |
| ٤٤- ارض القران، | مولانا سيد سليمان ندوي |
| ٤٥- جنب گذاريم جن سين! | جناب جي-ايم سيدصاحب |

ڇپيندڙ: سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد

خانِ بہادر سردار میر ہزار خان کوسو

۱۹۱۵ع

سردار بهادر عبدالرحیم خان کوسو ؒ
۱۹۲۵ع

سردار بهادر عبدالرحیم خان کوسو
انگریز ڪمشنر سان

مرحوم سردار بهادر عبدالرحيم خان کوسي
جي توشہ خانہ جا چند هٿيار

خان محمد امين خان کوسو
سامراجين هٿان اوسته محمد جلسي ۾ زخمي ٿيو
١٩٣٨ع

ي هاري ڪانفرنس جا ١ ڊسمبر ١٩٣٨ع تي ٺٽي جاري رفيق محمد امين جي صدارت هيٺ ٿي

خان محمد امين خان کوسو، عوامي
۽ انقلابي ليڊر جي عوامي تحريڪ

مرحوم عبدالرسول خان کوسو
(وچ ۾)

کوسہ قوم جو موجودہ سردار،
سردار میر محمد مقیم خان کوسو

هن ڪتاب جو لکندڙ قومي سردار سان

ميرجلال هان
٦٥٠ع - ٣٠ ٧ع
رند
لاشار
ڪورائي
جاتن
غالي
هوت
مزاري - بگٽي
لنڊ - بوزدار
مسلوڻي قبيلا
لاشاري
مگسي -
گرسالي قبيلا
ڪورائي
ڪولاچي قبيلا
جتوئي
قبيلو
مري
قبيلو
ڪوسا
تاليس
قبيلا
هوت خان
ڪوسه قبيلو
٦٧٠٠
٦٧٥٠
ڪوسج
عبدو
غالي : آري
پنون
تاليس قبيلو
سائي سسئي وارو
سيد سليمان ندوي
لغات قديم ۾
لکيو آهي ته
عربي ٻولي ۾ گنجي کي
ڪوسج سنڌ ٻولهو
حمل خان
حاجي خان
سمو خان

دیگی خان
بیرا خان
حمل خان
جیا خان
عمر خان
بلبل خان
عمرانی
بلبلانی
کلول خان
کلولانی
سردار ۳
اسماعیل خان
رحل خان ۲
جاموخان
جتا خان
بکر خان
دریا خان
موندر خان
سردار رحیم خان اول ۴
سردار جعفر خان ۵ شہید لاولد
کریمداد خان لاولد
محمد علی خان
بجار خان
جیوند خان
سردار امام بخش خان ۷
سردار رحیم خان ۶ شہید
میر حسن خان
کلول خان لاولد
سہراب خان
سردار قادر بخش خان ۸

سردار قادر بخش خان
سردار رحیم خان تیون ۹
سردار ھزار خان ۱۰
سردار عبدالرحیم خان چوتون ۱۱
لاولد
سردار میر عزیز اللہ خان شہید ۱۲
سعد اللہ خان
سردار عبدالرزاق خان ۱۳
میر عبدالصادی خان
سردار محمد مقیم خان ۱۴
موجودہ سردار
عبدالرحیم خان
مہر علی خان
اسماعیل خان
قالو خان
ہیبت خان
والیو خان
تڈاھو خان
مہر علی خان
کریم بخش خان
ماسٹر عبدالرسول خان
امین خان
صوبیدار
حیات خان
غلیم خان
ماجد اسماعیل خان
لاولد
محمد یعقوب خان
لاولد
اسحاق خان

چغتائی
چغتا خان
پنگریا خان
عرضی خان
جان محمد خان
نور خان شہید
مدد خان
خان
خداداد خان
حاجی گھنور خان
نفیر خان
نور خان
اعظم خان
آزاد خان
رستم خان
حاجی دفتر خان
عبدالباری خان
شمس الدین خان
حاجی بہرام خان
حاجی نواب خان
حاجی مدد خان
نفیر خان
ہدایت اللہ خان عرف بیا
بکرائی
بکر خان
ھدے خان
بیدا خان
سانجھی خان
شاہل خان
مانجھائی
فاضل خان
دلاور خان
بہادر خان
دلاور خان
سیر حسن خان
شاہل خان
سکندر خان
سردار خان
دریا خان
حاجی غلام حسین خان
قمر الدین خان
عرف بیا
عرف بیا
بہادر خان
عرف بیا

دریی خان — دریائی

غازی خان

کهرام خان

فتح علی خان

ملاں محبت

مولوی سراج الدین

مولوی عبد الرزاق — مولوی عبد الستار

عمر خان — عمرائی

X

X

X

شادی خان

سردار خان

میر حسن خان

رئیس بجار خان

مسکین جہان خان

بلیل خان — بلیلائی

۱ سردار بائتیل خان

۲ سردار سعید خان

۳ سردار یوسف خان

۴ سردار جوانزک خان

۵ سردار غلام حیدر خان

۶ سردار برخوردار خان

۷ سردار کوثر افان

۸ سردار غلام حیدر خان — اسمل خان

۹ سردار بہادر خان — سردار سکندر خان — دوست محمد خان

۱۰

۱۱ سردار مبارک خان — ۱۲ سردار غلام حیدر خان

۱۳ سردار دوست محمد خان — علی محمد خان — تاج محمد خان

۱۴ سردار ذوالفقار علی خان

صوبيدار امين خان شهيد
حاجي عبدالعزيز خان
عبدالسميع خان
محمد ابراهيم خان
خان محمد امين خان ڪوسو
قطب الدين خان
عبدالعزيز خان
عبدالسميع خان
محمد ابراهيم خان
مير حيات خان
مير محمد عثمان خان
مير عبدالجبار خان
مير عبدالرزاق خان
مير عبدالغفار خان
مير محمد عثمان خان
مير علي نواز خان ۽ ٻيا
حاجي عظيم خان
حاجي محمود خان
حاجي مسعود خان
حاجي شمس الدين خان
حاجي عبدالستار خان
اڌ ڊزن فرزند
زبير ۽ ٻيا
محمد عظيم خان
محمد صديق خان
محمد اسحاق خان
عبدالخالق خان
عبدالواحد خان
محمد يعقوب خان
منظور احمد خان
نوٽ:- وليد خان ڪوسو کي ست فرزند ھئا
تن جا ھت شجرا آھن، باقي ___
ٻين جا تذڪره تمن ڪوسه ۾ ڏنا ويندا۔
(مرتب)